ٽماهي
# سنڌي ٻولي
حيدرآباد - سنڌ

نگران :
ڊاڪٽر نبي بخش قاضي، چيئرمن
چيف ايڊيٽر:
الهه بخش شاهه بخاري - سيڪريٽري
ايڊيٽر:
امين لغاري (اشاعتي نگران)

مددگار:
فيض محمد سڪندري پتافي
(ڪاتب)

ڪمپوزنگ ۽ سيٽنگ:
سخاوت علي جتوئي

| سالنامو | جنوري ١٩٩٥ع - جنوري ١٩٩٦ع | ملهه 15 روپيا |
|---|---|---|

## سٽاءُ

صفحو



هي مخزن سنڌي ٻوليءَ جي بااختيار اداري جي ڪمپيوٽر تي ڪمپوز ٿيو ۽ اداري پاران اشاعتي نگران امين لغاري ميشرس آزاد ڪميونيڪشن ڪراچي مان ڇپرائي پڌرو ڪيو.

بسمه تعاليٰ

## معذرت:

دير ٿي وئي. ڪجهہ قاعدنِ ۽ ڪوٽيشنسِ (Quotations) جِي پابندِي، ڪجهہ انتظامِي اُوٹايُون، سنڌي ٻولِيءَ جِي مخزن وقت تي شايعَ ٿِي نہ سگهِي، اِنَ لاءِ معافِي طلب آهيون.

سنڌي ٻولِيءَ تي تحقيقي مضمون لکيا ويا آهن- هيءَ مخزن ٻولِيءَ جي عالمِن ۽ محققن جي مقالنِ ۽ مضمونن جو مجموعو آهي. سندن خيالات ۽ کوجنا کي ٻولِيءَ ۾ ظاهر ڪرڻ جو هڪ موقعو آهي. اسانجو سندنِ رايَنِ ۽ تحقيقِي نتيجنِ سان هم خيال هجڻ ضروري ناهي. پل تہ ٻيا ڪي علم جي راهہ جا پانڌيئڙا هن ڏس ۾ وِکَ وَڌائنِ، مضمونن ۽ مقالنِ جي نُڪتَنِ تي روشنِي وجهن يا تنقيد ڪَنِ. ٻولِي ۽ ادبُ ڪنهن هِڪَ فردَ جو خاصِ ورثو ناهي، جو جاڪوڙ ڪندو، سمجهہ ۽ صلاح سان سوجهيندو، تنهن کي سچ پَلِيءِ پوندو. دير ٿي وئي، ان ڪري: يارُ زندَهَ، صحبتَ باقِي.

ڊاڪٽر نبي بخش قاضي

چيئرمن

# اداري جا بنيادي مقصد

"سنڌي ٻولي" جو هي شمارو نئين جوڙجڪ سان اوهان جي هٿن ۾ آهي، شروع ۾ يعني ٩٢ع کان خبرنامو ڪڍيو ويندو هو، جنهن کي بعد ۾ (١٩٩٤ع) تحقيقي رسالي ۾ تبديل ڪيو ويو. هن وقت هن رسالي جي سائيز گهٽائي وئي آهي ۽ هاڻ ايندڙ شمارا انهي سائيز ۾ نڪرندا.

هن دور ۾ ڪو به تحقيقي رسالو ڪڍڻ محنت طلب ڪم آهي، هي ادارو پنهنجي وسيلن ۽ محدود عملي سان هي ڪم پورو ڪري رهيو آهي، اهوئي سبب آهي جو هن شماري نڪرڻ ۾ وڌيڪ وقت لڳو آهي. ڪن عالمن هن رسالي لاءِ پنهنجا مقالا موڪليا آهن، جيڪي نمبروار ڇپبا رهندا ۽ اميد تہ ٻيا عالم پڻ ٻوليءَ جي جديد تحقيق تي پنهنجا مقالا ۽ مضمون موڪليندا.

"سنڌي ٻوليءَ جي بااختيار اداري" جي سربراهہ جي تبديلي بعد ڪي نوان ڪم شروع ڪيا ويا آهن. جنهن ۾ اداري جي بنيادي مقصدن:

"١. سنڌي ٻوليءَ جي سکيا
٢. سنڌي ٻوليءَ جو فروغ
٣. ۽ سنڌي ٻوليءَ جو استعمال"

تي خاص ڌيان ڏنو پيو وڃي، غير مادري زبان وارن لاءِ ڪراچيءَ ۾ سنڌي ڪلاسن جو آغاز ٿي رهيو آهي. انتظامي ۽ اشاعتي معاملن کي وقتائتو منهن ڏيڻ لاءِ ڪراچي ۾ شيخ سلطان ٽرسٽ بلڊنگ نمبر ١ ۾ اداري جي "ڪئمپ آفيس" قائم ڪئي وئي آهي، هن سان ڪراچيءَ جي سنڌي عالمن سان رابطي ۾ پڻ سهوليت ٿيندي.

هن اداري طرفان ”سنڌي ٻوليءَ جي استعمال“ يعني دفتري استعمال لاءِ خاص قدم کنيا پيا وڃن. وزير اعليٰ عاليجناب سيد عبدالله شاهه اهڙيون هدايتون اداري جي پيڙهه جي پٿر رکڻ واري تقريب فيبروري ١٩٩٤ تي ڏئي چڪا آهن ۽ سرڪار طرفان نوٽيفڪيشن پڻ جاري ڪيو ويو آهي. ان ڪم جي پوئواري ڪرڻ ۽ گهربل دفتري مواد مهيا ڪرڻ لاءِ اداري طرفان هڪ رٿا جوڙي وئي آهي. پهرين مرحلي تي سنڌ سرڪار جا قاعدا ۽ قانون وغيره سنڌي ۾ ترجمو ڪيا ويندا، جيئن عام سنڌي پڙهيل به قانون سولائي سان سمجهي سگهن.

اسان سمجهون ٿا ته عوام کي هن اداري مان ڪافي اميدون آهن، اداري جو چيئرمن ڊاڪٽر نبي بخش قاضي سنڌ جي عالمن سان ذاتي طور رابطي ۾ آهي. ڪافي تجويزون به آيون آهن، جن تي وقت ۽ وسيلن آهر ڪم ٿيندو. اداري جي هر ممڪن ڪوشش رهندي ته سنڌ اسيمبلي طرفان پاس ڪيل مقصدن تي پختگي سان عمل ٿئي.

( امين لغاري )

# سنڌي ٻولي

اردو دائرهٔ معارفِ اسلامي لاهور
۾ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو
مقالو:

سنڌيڪار:
پروفيسر ——————
برڪت علي ابڙو ڪريمي

**(الف) سنڌي زبان:** قديم زماني کان سنڌ صوبي جي زبان سنڌي آهي، جيڪا صوبي کان ٻاهر بلوچستان جي ضلعن لس ٻيلي، ڪڇي ۽ سبي، پنجاب جي ضلعي رحيم يار خان جي اڪثر باشندن جي زبان آهي ۽ ڀارت جي علائقي ڪڇ ۾ به اڪثريت جي زبان سنڌي آهي، جيڪا مقامي ڪڇي لب ۽ لهجي ۾ ڳالهائي وڃي ٿي.

ان زبان سنڌونديءَ جي ڏاکڻين وادي سنڌ ۾ جنم ورتو ۽ سنڌي سڏايو، سنڌ نديءَ ڪنڌ جي ٻين علائقن جي ڀيٽ ۾ هي هڪ ٻاهريون علائقو آهي ۽ انهي ئي مناسبت سان نديءَ ڪنڌ جي ٻين اندروني يا داخلي زبانن جي مقابلي ۾ سنڌيءَ جو ڳاڻيٽو "بيروني زبانن" ۾ ٿئي ٿو، اهو ورهاڱو لساني اصولن تي ٻڌل ڪونهي، پر رڳو جاگرافيائي آهي.

**تاريخ کان اڳ وارو زمانو:** سنڌو ماٿر جي ثقافتي مرڪز موئن جي دڙي جي پنهنجي هڪ ترقي ڪيل زبان هئي جنهن کي صوري (شڪلين جي) خط ۾ لکيو ويندو هو. موئن جي دڙي مان جيڪي مهرون لڌيون آهن انهن مان اندازو ٿئي ٿو ته هي صوري خط اٽڪل ۴۷۴ علامتن ۽ ۶۳ عددن تي ٻڌل آهي (احمد حسن داني Indian Palaeography) اهڙيون مهرون موئن جي دڙي جي تهذيبي خطي کان ٻاهر ڪجهه ڀارتي علائقن ۽ عراق جي کنڊرن مان به لڌيون ويون آهن، جيستائين هي خط پڙهيو نٿو وڃي سنڌ جي ان قديم زبان بابت ڪابه راءِ قائم ڪرڻ ڏکي آهي، البت ان سلسلي ۾ جيڪي مفروضا (گمان) سامهون آيا آهن اهي هي آهن:

پهريون تہ "دجلہ" فرات ۽ سنڌ جون تهذيبون پاڙيسري هيون ۽ انهن دريائي تمدنن ۾ جيڪڏهن ڪو رشتو موجود هو تہ موئن جي دڙي جي قديم زبان ۽ سميري ۽ بابلي زبانن ۾ بہ هڪ رشتو هئڻ گهرجي. سمير ۽ بابل ۾ لڏل ڪجهہ لکتن کي پڙهي ويو آهي. انهن ۾ هڪ لفظ "ادا"، "دادا" جي معنيٰ ۾ ملي ٿو. هن وقت لفظ "ادا" رڳو سنڌي زبان ۾ رائج آهي ۽ "ڀاءُ" جي معنيٰ ۾ اچي ٿو. ٿي سگهي ٿو تہ موئن جي دڙي، سمير ۽ بابل جون قديم زبانون ڪنهن هڪ (سامي؟) سلسلي سان ڳنڍيل هجن.

ٻيو مفروضو (گمان) هي آهي تہ موئن جي دڙي جي تهذيب هڪ آريائي تهذيب کان اڳ جي تهذيب آهي، ان ڪري اها دراوڙي تهذيب ئي ٿي سگهي ٿي. ان بنياد تي موئن جي دڙي جي قديم زبان بہ "دراوڙي" هئڻ گهرجي. آرين جي آمد (١٥٠٠ - ١٢٠٠ ق-م) کان پهرين (پاڪستاني) خطن ۾ منڊا ۽ دراوڙي زبانن جو رابطو هئڻ ممڪن ٿو لڳي ۽ سنڌ سان لاڳو علائقي ۾ دراوڙي سلسلي جي زبان بروهيءَ جي موجودگي مان ان جي تائيد ٿئي ٿي. ان مفروضي (گمان) جي بنياد تي چئي سگهجي ٿو تہ آريائي دور کان اڳ ۾ سنڌ ۾ يا تہ ڪا دراوڙي زبان رائج هئي يا سنڌ جي پنهنجي مقامي زبان يا زبانون هيون. جن تي پاڙيسري دراوڙي زبانن جا اثر پيا هوندا. ان جي بنياد تي جارج شرٽ ١٨٧٨ع ۾ موجوده سنڌي زبان ۾ دراوڙي عنصر جي ڳولا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ هڪ مقالو لکيو. ان مقالي ۾ يا ڪجهہ ٻين لکيتن ۾ جيڪي دليل ڏنا ويا آهن اهي ايترا مضبوط ڪونهن جو انهن جي بنياد تي دراوڙي لغت جي سرمايي کي موجوده سنڌي زبان جو بنياد قرار ڏنو وڃي، البت ٻين پاڙيسري زبانن وانگيان سنڌيءَ ۾ بہ دراوڙي لفظ ملن ٿا، جيڪي قديم دور جي لساني رشتن جو يادگار آهن.

ٽيون مفروضو (گمان) جنهن کي گذريل صدي ۾ مغربي مصنفن هوا ڏني، هي هو تہ نندي کنڊ هند جي ٻين زبانن وانگيان سنڌي بہ

سنسڪرت مان نڪتل آهي. ان ڪان پوءِ سينارٽ (Senart)، پيشل (Pischel) ۽ ٻين محققن ان نظريي جي ترديد ڪئي ۽ علمي طور تي ثابت ڪيو تہ، نہ تہ سنسڪرت ملڪ جي عوامي پراڪرتن جو منڍ هئي، نہ ننڍي ڪنڊ جون موجوده عوامي ٻوليون سنسڪرت مان ڪنيل آهن. سنسڪرت، پراڪرت ۽ اپ ڀرنش سلسلي سان لاڳاپيل هڪ نظريي سارو موجوده سنڌي زبان کي وراچڊ اپ ڀرنش مان ڪنيل مڃيو ويو آهي. هي نظريو وضاحت جوڳو آهي. سنسڪرت سان مائٽيءَ جو معيار قرار ڏيندي اپ ڀرنش ان زبان کي چيو ويو آهي جيڪا ڦٽل هجي. وراچڊ اپ ڀرنش ان زبان کي چيو ويو آهي جيڪا حد ڪان وڌيڪ ڦٽل هجي.

ننڍي ڪنڊ جي ٻين رائج زبانن جي مقابلي ۾ سنڌي زبان ڇاڪاڻ تہ وڌيڪ ڦٽل هئي، ان ڪري ان کي اپ ڀرنش مان ڪنيل سمجهيو ويو. پراڪرت ويا ڪرڻ جي مصنف مان ڪنڊيہ ڪويندر چيو آهي تہ سنڌو ديش جي زبان وراچڊ ڪان بہ وڌيڪ ڦٽل آهي. مارڪنڊيہ، اپ ڀرنش جا ٽي قسم بيان ڪيا آهن. (١) ناگر، جيڪا سڀ ڪان وڌ اهم آهي (٢) ناگر مان نڪتل وراچڊ جنهن سنڌ ديس ۾ جنم ورتو (سنڌهو ديش - ڀهوو وراچڊ اپ ڀرنشيہ)؛ ۽ (٣) اُپ ناگر، جيڪا ناگر ۽ وراچڊ جي ميلاپ مان پيدا ٿي.

مختلف مؤلفن اُپ ڀرنش جي سِاراهہ مختلف طريقن سان ڪئي آهي، جن ۾ وڏو تضاد ملي ٿو. اپ ڀرنش انهن علائقائي زبانن جي هڪ ارتقائي منزل سان تعبير ڪري ٿو سگهجي جيڪي مائٽيءَ جي اعتبار ڪان سنسڪرت ڪان پري هيون. اهي اصل ۾ عوامي ٻوليون هيون جن جو منڍ سنسڪرت نہ پر اوائلي پراڪرت ( Proto-Prakrt) يا ويدي ڀاشيا (Vedic language) هئي. جو تہ اپ ڀرنش ۽ ويدي ڀاشا جي خصوصيتن ۾ نسبت ليي ٿي. (Pischel Comparative grammar) ان ڪري اهڙي شڪ جي لاءِ جاءِ ٽي اٿي پوي تہ اپ ڀرنش رائج ٿيل عوامي

زبانن جو منڍ آهي.

سنڌي زبان مقامي سرزمين ۽ ماحول جي پيداوار هئي. سنڌ جو علائقو سنسڪرت جي عمل جي دائري ڪان پري هو. ان ڪري سنسڪرت سان سنڌيءَ جي مائٽي ناممڪن هئي. سنڌيءَ جي لساني خمير ۾ پهرين مُنڊا ۽ دراوڙي لفظ ۽ پوءِ قديم ترڪي ۽ ايراني زبانن جا لفظ داخل ٿيا. انهن سببن جي بنياد تي سنسڪرت سان مائٽيءَ جي معيار جو لحاظ رکڻ وارن نحوين (جملن جوڙڻ جي چاٽن) کي سنڌيءَ ۾ وڏو ڦيٽاڙو نظر آيو، جيڪو حقيقت ۾ ان جي پنهنجي لساني خمير جي واڌ ويجهه هئي.

مارڪنڊيہ ڪويندر پنهنجي ڪتاب "پَراڪرَت سَروَسوَ" سنڌ کان هزارين ميل ڏور اڙيسہ ۾ لکي، ان ڪري سنڌي بابت ان جي چاڻ يقيني درجي جي ڪانہ هئي. پيو هي تہ مارڪنڊيہ پنهنجو ڪتاب پندرهين صدي جي آخري اڌ ۾ يا ان کان بہ هڪ سئو سال پوءِ لکيو. ان دؤر جا مستند سنڌي شعر موجود آهن، جيڪي رائج معياري سنڌي جي مطابق آهن ۽ جن ۾ اپ ڀرنش جي خصوصيت جي ڪابہ علامت نظر ڪانہ ٿي اچي.

هڻ آيل آثار قديمہ ۽ تاريخي پس منظر جي روشنيءَ ۾ هي چئي ٿو سگهجي تہ موئن جو دڙو تهذيب جي تباهيءَ سان ان تهذيب جي علمي زبان بہ ختم ٿي وئي. ان کان پوءِ جي دور ۾ مقامي قبائلي ٻوليون باقي بچيون. جن ۾ پاڙيسري دراوڙي زبانن جا لفظ رائج ٿيڻ لڳا. مثال عرت ايلاچي، ڪوتمير، ڪانجهي (ٿهڪيل چانورن جو پاڻي، رائي ۽ ٻين مصالحن سان ٺهيل رس) ڪڙهي. چاڏي (ماني)، ڪاٻاڙو (ناريل جي تارن مان ناهيل رسو) ڪڏي (ننڍو ڪمرو) هنڊي، (نيرلڙ پاڻي) نيرو (نيلو) منڊي (مندري) موتي، گند (= گندهہَ - خوشبوءِ) آرس (آلس ۽ سُستي) ورلو (ڪڏهن ڪڏهن) ٽنگڻ. سُنگ (چونگي محصول) مُلهہ وغيره لفظ، جيڪي سنڌي ۽ پاڙيسري زبانن ۾ ملن ٿا، اصل ۾ دراوڙي

زبانن جا آهن.

سنڌو نديءَ جي اترين وادين ۾ آريائي قبيلن جي اچڻ سان هند آريائي لفظ به سنڌ جي ٻولين ۾ شامل ٿيڻ لڳا. داريوش اول (٥٢٠ کان ٥١٥ ق - م) سڪندر اعظم (٣٢٥-٣٢٦ ق - م) ۽ ان کان پوءِ وچ ايشيا جي ترڪي نسل قومن جي فتحن سان ايراني، يوناني ۽ ترڪي زبانن جا لفظ سنڌ جي ٻولين جو جزبنيا، هڪ صدي قبل مسيح يا ان کان اڳ، سنڌ ۾ ماڻهن ٻڌمت کي پنهنجو ڪرڻ شروع ڪيو. پهرين صدي عيسوي ۾ جڏهن سنڌ ڪنڌار جي ڪوشان، فريانه واڪنشڪ جي حڪمراني جي دائري ۾ داخل ٿي ته ٻڌمت جي مذهبي زبان پالي جو هتي جي زبان تي گهرو اثر پيو ۽ پالي جي وسيلي سان سنسڪرت جا لفظ ۽ مقامي ٻولين جو جز بنجي ويا ۽ سنڌ ۾ هڪ گڏيل هند آريائي لساني عنصر وڌڻ ويجهڻ لڳو. ايراني ۽ يوناني فوجن، جي يلغارن کان پوءِ سنڌو درياءَ هڪ شاهراهه بنجي ويو. ان ڪري ان کان پوءِ پالي زبان سان گڏوگڏ اثر، دردستان (ڪشمير کان هنزه) جي داردي زبانن جو اثر سنڌو درياءَ جي وچئين ۽ ڏاکڻين خطن جي ٻولين تي پيو. جنهن سنڌ جي ٻولين ۾ هند آريائي عنصر جي وڌيڪ آبياري ڪئي ۽ ملڪ جي هڪ گڏيل سنڌي زبان جي لساني تشڪيل جي لاءِ راهه سڌي ٿي وئي. گريئرس (١٠٤) جي راءِ ۾ سنڌي ۽ درادي زبانن جي وچ ۾ هڪ واضح ۽ غير مشڪوڪ رشتو موجود آهي.

**تاريخي دور:-** سنڌيءَ جي لساني جوڙجڪ جو ابتدائي دور (٤٠٠ کان ٧٠٠ع).

سياڪائي تسلط جي خاتمي تي پنجين صديءَ ۾ مقامي راءِ خاندان جي حڪومت قائم ٿي. ٦٢٢ع ۾ سنڌ تي چچ برهمڻ قبضو ڪري ورتو. ان ڪري ٧١١ع تائين هتي برهمڻ گهراڻي جي حڪومت رهي. مذهبي مرڪزيت ته سنڌ ۾ ٻڌ مت جي نفاذ کان پهرين به موجود هئي اهائي سياسي مرڪزيت سببان مقامي قبائلي ٻولين مان هڪ

گڏيل زبان ايرڻ لڳي. پنجين صدي عيسويءَ ۾ خاص طرح ايران جي بادشاهہ بهرام گور (۴۳۰ تان ۴۳۸ع) جي دور کان سنڌ ۾ ساساني ايران جي وچ ۾ دوستيءَ ۽ گهاٽو سياسي ڳانڍاپو پيدا ٿيو. رايان سنڌ (سنڌ جا راءِ) جي نالن (چڳل راءِ، ساهڙ راءِ، شاهي راءِ) مان پڌرو آهي تہ اهي سما قبيلي مان هئا. انهن انهيءَ ئي دور ۾ پاڻ لاءِ ايراني سلسلي جو سرداري لقب (ڄام) اختيار ڪيو. سياسي ڳانڍاپن سان گڏ ئي سنڌ جي سرزمين ۾ فارسي زبان جو گهرو اثر پوڻ لڳو. جنهن هند آريائي عنصر مان ايرندڙ گڏيل سنڌي زبان جي ڍانچي جي بناوت تي بہ اثر وڌو - فارسي لفظن ڪانسواءِ، فارسي ضمير، سنڌي ڳالهہ ٻول جو اڻ ٽٽندڙ حصو بنيا. ضمير متڪلم واحد (هن) سنڌيءَ ۾ (مان) جي شڪل ۾ رائج ٿيو. فعلن جي صيغن جي پڇاڙيءَ ۾ فارسي نظام هيٺ سنڌيءَ ۾ ضميري علامتن پويان ڳانڍاپا رائج ٿيا. مثال طور فارسي "گفت + م" (گفتم) ۽ سنڌي "چي + م" (چيم = مون چيو)، فارسي "گفت + م + ش" (گفتمش) ۽ سنڌي "چي + م + س" (چيمس = مون ان کي چيو). لغت جي اعتبار کان اهي پويان ڳانڍاپا سنڌيءَ جا پنهنجا هئا، مگر انهن جو نظام فارسيءَ جي اثر هيٺ ترڪيب پائڻ لڳا. ان کان پوءِ عربي تعليم جي وچ ۾ عربيءَ جي ضميري ٻولين جي ڳانڍاپن جي نظام سان ان ترڪيب کي تقويت حاصل ٿي.

ان دور جي سنڌي زبان جا ڪجهہ اسم خاص اسم عام ۽ اضافي ترڪيبون، فتح نامي سنڌ عرف چچ نامي جي وسيلي محفوظ رهجي ويون آهن، ان دور ۾ قبائلي نظام رائج هو، ان ڪري ڪيترن ئي قبيلن جا نالا ملن ٿا، مثال طور جت، لاکو، ڪاڪو، چنڊ، سهتو، سما، لوهاڻو، ياٽيا ۽ نڪر ۽ اهڙي ريت شخصن جا نالا مثال طور چندر، ڏهر، موکيو (= نيڪ نام) وسايو (= آباد)، دريائن، ڍندين، تلائن وغيره جا نالا مثال طور مهراڻ (فارسي الاصل)، جاوالي (= پاڻيءَ واري) ساڪره، موج (فارسي) آڙل (= طاقتور) ڪُنب (= وڏو تلاءُ)، ڍنڍ، ٻيٽ وغيره.

علائقن جا نالا : مثال طور ولهار (=چراگاهہ) ساوندي يا ساوڙي (= سرسبز) جهہ (= نشيبي خطو) ڪجهہ اضافي ترڪيبون ملن ٿيون، مثال طور: ڍنڍ وڪر بهار (وڪر بهار جي ڍنڍ) ڪاڪا راڄ (=ڪاڪي قبيلي جي بستي يا راڄ)، ندمتي (نديءَ جي متي = مٿي متي) ڪار متي (= زميني شور جي متي = ڪاري متي) ٻڌ وڪو (= ٻُڌ يا ٻُتَ جي حفاظت ڪرڻ وارو). ان قسم جون اضافي ترڪيبون موجوده سنڌي زبان ۾ اڄا تائين رائج آهن.

## لساني جوڙجڪ جي پُورائي (٧٠٠ ڪان ١٠٠٠ع): ٧١١ع سنڌ

۾ اسلامي حڪومت ۽ معاشري جي شروعات ٿي ڏاڪي بہ ڏاڪي عوام دين اسلام اختيار ڪيو ۽ اسلامي معاشري جا لفظ ۽ اصطلاح سنڌي ڳالهہ ٻولهہ جو جز بنيا. اينڌڙ ٽن سون سالن تائين سنڌ هڪ وسيع اسلامي مملڪت ۽ ثقافت جي دائري ۾ شامل رهي. نئين ديني، تعليمي ۽ اقتصادي نظام ماڻهن جي اجتماعي زندگيءَ کي متاثر ڪيو. عربي تعليم جو سلسلو شروع ٿيو ۽ سنڌ وارن، عربي دانيءَ ۾ هڪ امتيازي جاءِ حاصل ڪئي، منصوره، ديبل ۽ ٻين شهرن جي اعليٰ تعليمي درسگاهن جي فارغ التحصيل محققن ۽ مصنفن اسلامي دنيا ۾ شهرت حاصل ڪئي، ڪيترن ئي عرب قبيلن هميشہ جي لاءِ سنڌ ۾ سڪونت اختيار ڪري ورتي ۽ سنڌي ۽ عربي قبيلن ۾ مفاهمت ۽ يڪائپيءَ کي پختو ڪرڻ ۽ علمي تحقيق کي فروغ ڏيڻ جي لاءِ حڪومت پاران عربي زبان سان گڏوگڏ سنڌي زبان جي ترقي ۽ ترويج تي خاص ڌيان ڏنو ويو.

عربي النسل عالمن سنڌي ۽ ٻين پاڙيسري زبانن جو مطالعو شروع ڪيو ۽ ايتري تہ مهارت حاصل ڪئي جو ٢٧٠هہ ۾ منصوره جي هڪ عالم ديسي ڀاشا ۾ قرآن مجيد جو ترجمو ڪيو (عجائب الهند ص ٤٤) عرب شاعر (مطيع بن اياس، علقمہ بن عبدالله، الفيشري وغيره) سنڌ ۾ آيا ۽ سنڌي نسل جي شاعرن (ابو عطا سنڌي، عياض سنڌي وغيره) عربي شاعريءَ ۾ هڪ خاص جاءِ والاري. گمان آهي تہ سنڌ جي

حاڪمن جي وسيلي سان ئي هڪ سنڌي شاعر (۵۸۷ کان پهرين) بغداد پهتو ۽ اتي وزير يحيٰ بن خالد برمڪي يا ان جي پٽ فضل جي آڏو، ان جي ساراهہ ۾ هڪ معنيٰ ڀريل سنڌي قصيدو پڙهيو ۽ انعام حاصل ڪيو. (مجمل التواريخ والقصص. ص ۲۴۳، روضة العقلاء ص ۱۲۵).

اقتصادي شعبن ۾ سنڌ جا صراف، موسيقار، بورچي، پيلبان ۽ ٻين ڌنڌن وارا ماڻهو سنڌ کان ٻاهر اسلامي مملڪت جي مختلف صوبن ۾ پکڙجي ويا. ان ڪري ٽين صدي هجري ۾ سنڌ جا ڪاريگر پنهنجي هنر واري مهارت سببان شهر بغداد ۾ وڏي شهرت جا مالڪ هئا. انهن پنهنجي عربي دانيءَ سببان ان وقت جي بين الاقوامي ثقافت جي هر شعبي ۾ ڀرپور حصو ورتو. سنڌ ۾ آيل عربن هميشہ جي لاءِ سنڌ ۾ سڪونت اختيار ڪري ورتي. انهن عربيءَ سان گڏوگڏ زندگيءَ جي هر شعبي ۾ سنڌي ۽ عربي النسل شهرين ۾ اونهي ميل ميلاپ سببان عربيءَ جو سنڌي زبان جي هر شعبي تي اثر پيو. ديني زندگيءَ ۾ دين اسلام جا ڪيترائي لفظ ۽ اصطلاح سنڌيءَ جو جز بڻيا. عربي الاصل اسم خاص کان سواءِ زندگيءَ جي هر شعبي ۾ اسم عام جو وڏو ذخيرو سنڌيءَ ۾ رائج ٿيو. زراعت جي ميدان ۾ عربي لفظ (حارث) يا سنڌي لفظ "هرُ" مان (عربيءَ جي اثر هيٺ بروزن فاعل) لفظ "هاري" ٺهيو. "آجر" مان سنڌي لفظ مجيري (يعني اهو جنهن زمين اجاري تي ورتي هجي ۽ هاريءَ جي سار سنڀال ڪري رهيو هجي) رائج ٿيو. خليفي معتصم بالله جي گورنر موسيٰ بن عمران سنڌو درياءَ تي هڪ سکر (بند بيرج Barrage) جوڙايو ۽ شهر سکر جو نالو انهيءَ ئي قديم سکر جو يادگار آهي. شاخن واڪن تي پکيون ٺاهيون ويون تہ عربي لفظ "فرضة" مان سنڌي لفظ "ڦرَ" رائج ٿيو. اناج جي تور جي لاءِ عربي "ڪاسہ" ۽ معرب "خردار" مان سنڌيءَ ۾ "ڪاسو" (۱۶ سير اناج) ۽ "خرار" رائج ٿيا، لوهارن جي هنرن مان عربي "مطرقہ" ۽ "سندان" مان سنڌيءَ

۾ "متركو" ۽ "سَنداڻ" رائج ٿيا. جهاز راني ۾ ميربحر (اميرالبحر). "زَورق" (ٻيڙيءَ جو هڪ قسم) ونجهہ (ونَه مان معرب) سڪان (سبڪان) جهڙا لفظ سنڌيءَ ۾ آيا - واپار ۾ "ساهمي" (= ترازو) ڪاٻاڙو (قبالہ ۽ دستاويز) دلال، منيب، ڪڙيو يا خرچين (خرج) باقري (بقال) بجاج (بزار) ٿوم (ثوم) بصر (بصل) وغيره لفظ رائج ٿيا.

ڊورن ۽ مال جي سلسلي جا عربي لفظ سنڌيءَ ۾ حلواڻ (حلوان ۽ نندوبڪر)، مهري (يمن جي عرب قبيلي مهره بن حيدان جي نسبت سان سواريءَ جو اُٺ) ڪَميت، انبلڪ (ابلق). نقره، ديناري (گهوڙن جو رنگ) نطہ (نطع = سواريءَ جي اُٺ تي چمڙي جي سونهري چادر) گاشو (غشا = سواري جي اُٺ جي ڀاڪڙي مٿان ويڙهيل چادر) وغيره لفظ رائج ٿيا. گهريلو شين مان "ڏلو (دِلو = گهڙو) دَٻڪي (طبق) تَباڪُ (طباق) ڪاتي (قاطع = ڇُرو) جا لفظ آيا.

لباس جي سلسلي ۾ رئو (رداءِ = چادر) پوتي (فوطہ = دوپٽو) ڳندي (عطاءِ مردانہ چادر) گَج (قر = ريشمي چولي)، صدري (صدر مان، هڪ قسم جي مرداڻي گنجي)، اجرڪ (ازرق، نيلي رنگ جي چادر) رائج ٿيا. انهن ڪان سواءِ عربي لغت جا ڪيترائي ٻيا نالا. مثال طور "جبل"، اربع، خمير، ڪَبِرَ (قبره = مينا جي قسم جو پکي) سنڌي لغت جو جز بڻجي ويا. نالن ڪان سواءِ سنڌي فعل، ضمير، حرف ۽ اعرابن جي عربيءَ جو اثر پيو، عربي صيغن مان سنڌي فعل ڪيا ويا، مثال طور دفنائڻ (=دفن ڪرڻ)، نظرڻ (=نظر ۾ رکڻ، نظر بد لڳائڻ). نيتڻ (نيت ٻڌڻ) مرهڻ (رحم سان رحمڻ جنهن جي تقليب ۽ تحريف سان مرهڻ، بخشي ڇڏڻ جي معنيٰ ۾). ضربڻ (= ضرب لڳائي زخمي ڪرڻ، ٽوڙي ڇڏڻ، تنبيه ڪرڻ)، طلبڻ (= گهرڻ) ترڪڻ (=ترڪ ڪرڻ، ڇڏي ڏيڻ) وغيره وغيره. عربي فاعل جي وزن تي سنڌي لفظن مان فاعل بڻيا - مثال طور: هاري (= هر هلائڻ وارو). ماري (= مارڻ وارو)، ڪاري (ڪم نيڪ ڪرڻ وارو)، چاري (= سار سنڀال ڪرڻ

وارو)، ماچي (= مچي مارڻ وارو)، وغيره. ضميرن ۾ ”هو“ ۽ ”آن“ (آن، آئون،) حرفن ۾ ”لاءِ“ (ل) مثال (حرف هذا جي معنيٰ ۾، ان شاءَ الله جو مخفف) ”هلا“ (آلا) عربيءَ مان ڪڍيا ويا. عربي جي اڪر تحزير وانگر سنڌيءَ ۾ بہ ”چور چور“، ”نانگ نانگ“ وغيره تحزير جي نموني تي استعمال ٿيا. عربي اعرابن جي اثر هيٺ سنڌي اعرابن جو سلسلو لڳڻ لڳو. عربيءَ وانگيان سنڌيءَ ۾ بہ ضمير ۽ تانيث بڌل آهي، پر ٻيا اسم عامِ معرب آهن، يعني انهن جي آخري حرف جي لکت جملي ۾ انهن جي مبتدا يا غير مبتدا هئڻ سان بدلبي. مثال طور اسم گهر جيڪڏهن مبتدا آهي تہ ”ر“ تي پيش ايندو. ”گهرُ“ خوبصورت آهي، غير مبتدا جي حالت ۾ جڏهن لفظ ”گهر“ ڪان پوءِ حرف لاڳو ٿيندا تہ ”ر“ تي زبر ايندي مثال طور: گهرَ ڏي (گهر ڏانهن) گهرَ وٽ – جيڪڏهن اهي حرف حذف ٿيندا تہ انهن جي علامت جي نموني ”ر“ جي هيٺيان زير ايندي. مثال طور: هو گهر آهي، فعل لازم جو فاعل سنڌيءَ ۾ هميشہ موضوع ٿيندو ۽ فعل متعدي جو فاعل هميشہ مفتوح ٿيندو، مثال طور ”احمد آيو“ ۽ ”احمد ماريو“.

هي رڳو مختصر تجزيو آهي، جنهن مان سنڌيءَ ۾ عربي جي باهمي ربط ۽ تعلق تي ڪجهہ روشني پوي ٿي، اٺين صديءَ ڪان پهرين سنڌ ۾ قبائلي ٻولين جو سلسلو وڏيڪ مستحڪم هو. البتہ پنجين صديءَ ڪان انهن ٻولين ۾ هڪ مشترڪ لساني ضمير ايرڻ ۽ اسرڻ لڳو جو هڪ عام سنڌي زبان جي فروغ جو پيش خيمو ٿيو. اٺين صديءَ جي وچ ۾ هڪ مستقل حڪومتي جوڙجڪ، ديني وحدت، تعليم ۽ ترتيب ۾ وسعت پيدا ٿيڻ سان لساني وحدت جي لاءِ اثرائتا سبب پيدا ٿيا ۽ هڪ مشترڪ عوامي زبان جي تشڪيل تيزيءَ سان ٿيڻ لڳي. عربيءَ ۽ سنڌي جي باهمي رشتي ۾ فروغ سان اٺين صدي ڪان وٺي ڏهين صديءَ تائين ٽن سون ورهين ۾ هڪ مشترڪ سنڌي زبان جي تشڪيل جو پوراءُ ٿيو.

الاصطخري ڏهين صدي جي شروع ۾ ابن حوقل ڏهين صدي جي وسط ۾ سنڌ جي سياحت ڪئي هئي، اهي ٻئي لکن ٿا تہ سنڌ (منصوره) ۽ ملتان جا ماڻهو عربي ۽ سنڌي ٻئي زبانون ڳالهائين ٿا. (الاصطخري ص ۱۰۵، ابن حوقل ص ۲۸۰) انهن ساڳئي وقت جي حوالن مان پڌرو ڪيو آهي تہ ڏهين صدي ۾ عربي سان گڏوگڏ سنڌي هڪ مشترڪہ ملڪي زبان جي صورت ۾ رائج هئي، انهن سببن ڪان سواءِ نسخ رسم الخط جي جاري ٿيڻ سان بہ مشترڪہ سنڌي زبان کي فروغ ميلو. گذريل زماني ۾ مختلف علائقن ۾ مختلف قبائلي ٻوليون جاري هيون، جيڪي مختلف رسم الخط ۾ لکيون وينديون هيون.

ڏهين صدي جي پڇاڙيءَ تائين سنڌ ۾ ڪيترائي رسم الخط جاري هئا. ابن النديم الفهرست (تصنيف ۳۷۷ هہ- ۹۸۷ع) ۾ لکيو آهي "سنڌ وارن جون مختلف ٻوليون (لغات) ۽ مذهب آهن، اهي ڪيترن ئي قسمن جا رسم الخط استعمال ڪن ٿا. هڪ شخص انهن جو ملڪ ڏسي آيو آهي، جنهن مون سان ذڪر ڪيو تہ انهن جا اٽڪل هڪ سئو رسم الخط آهن (ابن النديم، الفهرست، ص ۲۷) گمان آهي تہ هڪ سئو جو تعداد ٻڌائي، خبر ڏيڻ واري وڌاءُ کان ڪم ورتو هوندو. پر ڏکهي عرصي کان (سنڌي- عربي) رسم الخط ٻين خطن جي جاءِ وٺي ڇڏي، ان ڪري ان کان اٽڪل ۴۵ سال پوءِ محقق البيروني(التحقيق ماللهند) ۾ ٻڌايو آهي تہ ان وقت سنڌ ۾ رڳو ۳ رسم الخط جاري هئا. (۱) اپرندي علائقن ۾: جيڪي ڀاٽيہ (جيسلمير، بيڪانير) سان لاڳو هئا. آرڌ. ناگر (يعني ناگر مان ورتو آڌناگري) خط رائج هو ۽ (۲) ڏاکڻين سنڌ جي ساحلي خطي ملڪشو ۾ ملگاري خط رائج هو ۽ (۳) خاص وچ سنڌ، يعني منصوره جي مرڪزي علائقي ۾ "سيندب" خط رائج هو (البيروني - ص ۱۳۵) هي "سيندب" يا "سينڌو" خط عربي نسخ مان ورتل هو، جيڪو پوءِ سنڌي خط جي نالي سان مشهور ٿيو ۽ اڄ تائين جاري آهي.

سنڌي زبان جو تعميري دور (۱۱۰۰ ڪان ۱۷۰۰ع): ڏهين

صديءَ جي پڇاڙيءَ تائين موجوده سنڌي زبان جي بنيادي ڍانچي جو پورائو ٿي چڪو هو ۽ سنڌي زبان جي ڳالهه ٻولهه جو دائرو سنڌ کان ملتان تائين وسيع ٿي چڪو هو. البيروني يارهين صديءَ ۾ هندن جي ثقافت جو مطالعو ڪرڻ وقت سنسڪرت جي معياري اصطلاحن سان گڏوگڏ مقامي عوامي ٻوليءَ جي لفظن ۽ اصطلاحن کي به پنهنجي تحرير ۽ توضيحات ۾ جاءِ ڏني. گمان آهي ته البيروني، ملتان جي خطي ۾ رائج مقامي ٻوليءَ جي لفظن ۽ اصطلاحن کي قلم بند ڪيو، جن بابت پروفيسر زخائو Sachau جي راءِ آهي ته اهي سنڌي زبان سان وڌيڪ ملن جُلن ٿا (البيروني طبع زخائو ص ۳۵) مثال طور ڳڻڻ جا عدد يعني برڪه، بيه، تري (سنڌي: برڪت يا برڪ، ٻه، ٽري (ٽي) لوڻ (= نمڪ) يا ڏهي (=ڪٽي لسي) ٿوهر (هڪ ڪنڊن وارو ٻوٽو Cactus) مگهر (مهيني جو نالو) وغيره يا اهڙا سنسڪرت لفظ جيڪي اجا تائين سنڌي ڳالهه ٻولهه ۾ عام نموني استعمال ٿين ٿا. مثال طور، کنڊ (=شڪر)، گرڙ (هڪ ديو مالائي پکي) وغيره.

**سومره خاندان جو دور:- (۱۰۵۰ع کان ۱۳۵۰ع)** البيروني ۱۰۳۰ع جي لڳ ڀڳ پنهنجي ڪتاب ۾ لکيو آهي ته ان وقت ملتان ۾ سنڌي سومره قبيلي جو وڏو ڏاڏو سومار جو پٽ راجپال اقتدار جو ڌڻي هو، جنهن جي نالي هڪ دروزي مبلغ بهاءُ الدين جو ۱۰۳۲ع ۾ لکيل خط موجود آهي (Dowson Elliot) ۱ : ۴۹۱ تا ۴۹۳) ان مان معلوم ٿو ٿئي ته ابن سومار جو قبيلو اسماعيلي فرقي سان لاڳاپيل هو، پر سلطان محمود ملتان ۾ ان فرقي جي طاقت ختم ڪري ڇڏي ان کان پوءِ سومره سردارن اسماعيلي عقيدا ترڪ ڪري ڇڏيا ۽ عوام ۾ مقبوليت حاصل ڪري ورتي ۽ ان ڪري ۱۰۵۰ع جي لڳ ڀڳ انهن سنڌ ۾ پنهنجي خود مختيار حڪومت قائم ڪري ورتي ۽ سون ورهين تائين حڪمران رهيا. سنڌ جا سما قبيلا انهن جا ساٿي ۽ مددگار هئا عربي انهيءَ ئي دور ۾ دفتري ۽ تعليمي زبان رهي. اهي حڪمران سنڌ جي

قبيلن مان ان ڪري سنڌي هڪ عوامي زبان جي نموني تي وڌندي ويجهندي رهي. سومرا حڪمرانن جي طاقت جا مرڪز، خاص طرح هاڪڙو ۽ پراڻ دريائن جي سرزمين ۾، يعني سنڌ جي اوپر ۽ ڏاکڻين خطي ۾ قائم ٿيا. اڳئي ڏاکڻين خطي سان لاڳو ڪڇ جي علائقي ۾ سما قبيلا آباد ٿي ويا، انهن آبادين سببان سنڌي زبان ڪڇ تائين پکڙي. هي سنڌ جي تاريخ جو هڪ روماني دور هو، جنهن ۾ سنڌ جي اڪثر مشهور عوامي قصن ۽ عشقيہ داستانن (مثال طور سسئي پنهون، سهڻي ميهار، عمر مارئي، مومل راڻو، مورڙيو مانگر مڇ، سورٺ راءِ ڏياچ) جنم ورتو. ان ڪان سواءِ ان دور ۾ ڀنڀائرن دودي ۽ چنيسر وچ ۾ تخت نشينيءَ جو تڪرار ٿيو، چنيسر جي درخواست تي سلطان علاوءُ الدين (١٢٩٤ کان ١٣١٦ع ) پنهنجي لشڪر سان ان جي مدد ڪئي ۽ سلطاني لشڪر سان دودي سومري جي دليرانہ مقابلن جي ويڙهہ جي نموني تي مشهور منظوم رزميہ داستان "دودو چنيسر" لکيو ويو. جنهن کي سنڌ جي پيشہ ور موسيقارن (ڀٽن ۽ ڀانن) عوامي محفلن ۽ ميلن ۾ ڳايو ان طرح ان دور ۾ قصي خوانيءَ جي روايت شروع ٿي. قصي خوانيءَ ۽ نغمہ سرائيءَ جي ضرورتن کي پوري ڪرڻ جي لاءِ هڪ خالص سنڌي نظم "ڳاهہ" گمان آهي تہ ٻڌن جي "گاٿا" جي نالي يادگار وجود ۾ آيو. هي هڪ قسم جو سنڌي ڏوڪو هو، جنهن جي وصف هيءَ هئي تہ ان ۾ ڪنهن حڪايت ۽ قصي جو ذڪر هجي. يا ان ڏانهن اشارو هجي "ڳاهو" جي منظوم هئڻ ۽ رزميہ، عشقيہ داستانن کي پيشي ورانہ نموني تي بيان ڪرڻ سان سنڌي زبان جي لغت ۽ بيان ڪرڻ جي صلاحيت ۾ وڏي وسعت پيدا ٿي ويئي (سنڌي ٻوليءَ جي مختصر تاريخ، ص ٥٧ کان ٦٦).

علمي حقلن ۾ سنڌي شعر (بيت) ۽ ڪافي جي صنفن ۾ رائج رهيو. عربي ۾ قصدي يا نظم کي "قافيہ" يا "ڪلمة" بہ چيو ويجي ٿو. عربي قافيہ ۽ ڪلمة کان متاثر ٿي سنڌيءَ ۾ نظم چيا ويا، جن کي

ڪافي ۽ ڪلام چيو ويو. اڄ تائين اهوئي اصطلاح رائج آهي ۽ ڳايو ويچي ٿو. سنڌي ڪافي ۽ ڪلام جي عام مقبوليت سبب سنڌيءَ ۾ نظم گوئيءَ جي صلاحيت ۾ واڌارو ٿيو.

**سما خاندان جو دور (۱۳۵۰ کان ۱۵۴۰ع):** ان دور ۾ موجوده بلوچستان جي لس ٻيلي، ڪڇي ۽ سبي ضلعن تي ٻڌل علائقي ۾ سنڌي قبيلا آباد ٿيا ۽ سنڌي ڳالهه ٻولهه جو دائرو وسيع تر ٿيو. ڪجهه سنڌي خاندان بلوچستان جي ڏورانهن خطن ۾ ويندي مڪران تائين وڃي آباد ٿيا ۽ انهن جي سنڌي زبان اتي "جدگالي" جي نالي سان مشهور ٿي. انهيءَ ئي دور ۾ عربيءَ جي جاءِ تي فارسي سرڪاري دفتري زبان وڃي ٿي، البت عربي درس و تدريس جي زبان رهي، ويندي پندرهين صدي جي پڇاڙيءَ ۾ فارسي ذريعہ تعليم رهي. سما قبيلن جي حڪمراني وقت وچولي سنڌ جي زبان ڪي، جيڪا سما قبيلن جي مادري زبان هئي، معياري سنڌي جي حيثيت سان فروغ حاصل ٿيو.

عوامي ادبي تحريڪ، جيڪا قصي خوانيءَجي شڪل ۾ سومرن جي دور ۾ شروع ٿي هئي، ان دور ۾ پروان چڙهي ۽ سما دور جا ٻہ داستان "نوري ڄام تماچي" ۽ "ڏليمون ۽ دولهه درياءَ خان" سنڌ جي روايتي داستانن جي قطار ۾ شامل ٿي ويا. ٻئي پاسي انهي ئي دور ۾ درويشن جون پيشن گوئيون پڻ پڌريون ٿيون ۽ اعليٰ اخلاقي صوفي شاعريءَ جي شروعات ٿي، جنهن مان سنڌي شعري ۽ فڪري سرمائي کان سواءِ ان جي لغات ۾ بہ واڌارو ٿيو. پنهنجي وقت جا وڏا عالم ۽ فاضل ۽ سنڌي زبان جو پهريون بزرگ صوفي شاعر قاضي قادن ان دور جي پڇاڙيءَ ۾ پيدا ٿيو. سنڌ ۽ ملتان جي خطن جي جاگرافيائي قربت ۽ تاريخي لاڳاپي جي سبب ان دور ۾ سنڌي ۽ سرائيڪي زبانن ۾ قريبي ڳانڍاپو ٿي ويو.

سرائيڪي زبان سنڌ ۾ پکڙي ۽ سنڌي ملتان کان مٿي اترين خطن تائين جي خاص حلقن ۾ عام فهم ٿيڻ لڳي، ۱۳۶۵- ۱۳۶۶ع ۾

جڏهن سلطان فيروز شاهہ مجبور ٿي ٺٽي جو گهيرو ترڪ ڪري واپس گجرات ويو ان کان اڳ سلطان محمد بن تغلق ٺٽي تي لشڪر ڪشي دوران ۱۳۵۲ع ۾ مري چڪو هو تہ سنڌ جي فوج پنهنجو جنگي رجز ڳايو، (بہ برڪت پير پٺو هڪ مئو ٻيو ٽٺو) (يعني شيخ حسين، المعرف بہ پير پٺي جي برڪت سان هڪ بادشاهہ مري ويو ۽ ٻيو ڊڄي ڀڄي ويو) سنڌ کان ٻاهر هي رجز سرائيڪي زبان ۾ ترجمي جي صورت ۾ هن ريت مشهور ٿيو تہ بہ برڪت شيخ پنا اڪ موا اڪ ٺٺا.

شمس سراج عفيف پنهنجي تاريخ فيروز شاهي تصنيف ۱۳۹۸- ۱۳۹۹ع ۾ اهو رجز نقل ڪيو آهي (ص ۲۳۱) - انهيءَ ئي دور جي سمي ڄام صدرالدين سڪندر شاهہ اول (۱۴۱۲ع) جي دور ۾ پڪين سرن جا کوهہ جوڙيا ويا، جن مان ڪجهہ جا ڪتبا سنڌ ۽ بهاولپور ۾ مليا آهن جيڪي سنڌي آميز سرائيڪي ۾ آهن، مثال طور: ضلع رحيم يار خان جي ڳوٺ سُرواهي (لڳ سنجرپور) وغيره.

صوفين سڳورن مان شيخ بهاءُ الدين زڪريا ملتاني (۱۱۸۴ کان ۱۲۲٦) جي تبليغ جو مرڪز خاص سنڌ رهيو. سنڌي ذاڪر شيخ جي سماع جي محفلن ۾ بسنڌي بيت (ڏوهيڙا) ۽ ڪافيون ڳائجڻ لڳيون، وري ملتان ۽ پنجاب تائين انهن محفلن جي مقبوليت وڌي ۽ گڏوگڏ اتي جا ڪجهہ حلقا سنڌي زبان سان هري مري ويا. اترئين خطي جي صوفي سڳورن مان شيخ فريد الدين گنج شڪر (۱۱۷۵ کان ۱۲٦۵) سان منسوب ڏوهيڙن ۾ سنڌي لفظ ملن ٿا. ان کان پوءِ بابا گرو نانڪ (۱۴٦۹ کان ۱۵۳۹ع) ۾ گرو ارجيڻ (۱۵٦۳ کان ۱٦۰٦ع) جي ڪلام ۾ بہ سنڌي لفظ، اصطلاح ۽ فقرا ملن ٿا (ڏسو آدگرنٿ).

سماع جي محفلن ۾ سنڌي ذاڪرن جي زبان اتر ۾ لاهور تائين سمجهي ويندي هئي. ان ڪري شيخ عبدالجليل چوهڙ بندگي لاهوري (۹۱۰هہ ۽ ۱۵۰۴ - ۱۵۰۵ع) جي سماع جي محفلن ۾ هڪ سنڌي ذاڪر هڪ سنڌي ڏوهيڙو پڙهيو تہ ان جي معنيٰ ۽ مفهوم جي تاثر کان

ان تي حال طاري ٿي ويو. تذڪره قُطبيہ (ص ١٣٦) ۾ انهيءَ جي قسم جي روايت شيخ عبدالجليل جي پيائٽي شيخ بري جي باري ۾ ملي ٿي.

**ارغون، ترخان، مغليہ دور (١٥٢٠ کان ١٧٠٠ع):** ان دور ۾ فارسي بدستور دفتري ۽ تعليمي زبان رهي، جنهن جي ڪري علمي، ادبي ۽ انتظامي شعبن ۾ بہ ان کي اوليت حاصل رهي. ٻئي پاسي عوامي ڳوٺاڻا شاعر، پيشہ ور قصہ خوان ۽ سنڌي موسيقي جا ماهر "مڱڻهار" عام ميڙن ۽ محفلن ۾ قصہ خواني ڪندا ۽ ڳائيندا وڄائيندا رهيا ۽ راڳ جي محفلن ۾ سنڌي ذاڪر سوز ۽ گداز سان ڪافيون ڳائيندا رهيا. عالمن فاضلن ۽ صوفي سڳورن جي ٽولن مان سنڌيءَ جا ڪجهہ نالي وارا شاعر (شاهہ عبدالڪريم، شاهہ لطف الله قادري ۽ شاهہ عنايت الله رضوي) پيدا ٿيا، انهن سنڌي لغت جي وسيع دائري تي حاوي ٿيندي بيان جي سگهہ جا معجزا ڏيکاريا ۽ فڪر ۽ معنيٰ جون نيون راهون پڌريون ڪيون، سموري ملڪ ۾ سنڌي زبان جي مقبوليت ۽ سنڌي لغت جي وسعت ۽ افاديت فارسي زبان جي مصنفن کي بہ متاثر ڪيو، ان ڪري انهيءَ دور جي تاريخي طبي ۽ فقهي ڪتابن ۾ فارسي لفظن جي سمجهاڻيءَ جي نموني تي مقامي اصطلاحن جي لاڳائتي هئڻ سببان سنڌي لغات جو لاڳو ٿيڻ وڌندڙ نظر پيو اچي.

**درس وتدريس جي شروعات ۽ شاعريءَ جو عروج:** (١٧٠٠ کان ١٨٤٣ع) ۾ مغليہ سلطنت جي زوال تي سنڌ جي حڪومت پهرين ڪلهوڙا عباسي خاندان (١٧٠٠ کان ١٧٨٤ع) ۽ پوءِ ٽالپور خاندان (١٧٨٤ کان ١٨٤٣ع) جي هٿن ۾ آئي. اهي ٻيئي خاندان سنڌ جا هئا، ان ڪري انهن جي اقتدار ۾ اچڻ تي سنڌي کي فروغ مليو. ان دور جي شروع ۾ حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائي (١٦٨٩ کان ١٧٥٢ع) ۾ پيدا ٿيو. جنهن جي شاعري سنڌي زبان جي اوجر ۽ اوسر (ارتقا) جو ڏيک ثابت ٿي. شاهہ عبداللطيف ڀٽائي جي شاعرانہ مٿانهپ (اعجاز) سان سنڌي زبان ۾ مٿانهين درجي واري شعر ۽ شاعري ۽ علم ۽ ادب جي

روايت مستحڪم ٿي، ان دور جي شروعات ڪان ئي سنڌي زبان جي ترقي ۽ ترويج جي سلسلي ۾ هڪ انقلاب اچي ويو يعني ابتدائي مرحلي ۾ سنڌيءَ ڪي ذريعہ تعليم بنايو ويو، تعليم ۽ تربيت جي نظرين ۽ علمي تنظيم جي سلسلي ۾ سنڌ جي عالمن ۽ ڏاهن ۾ غور ۽ فڪر جي هڪ پراڻي روايت موجود هئي، ان ڪري علامہ جعفر بوبڪائي ١٥٥٠ع جي ويجهو "نهج التعلم" لکيو جيڪو ننڍي ڪنڊ ۾ ترقي پذير تعليمي نظرين ۽ تعليمي نظام بابت پهريون تفصيلي ڪتاب هو ۽ جنهن جو خلاصو "حاصل النهج" اسان تائين پهتو آهي، صدين تائين فارسيءَ کي شروع ڪان ئي ذريعہ تعليم جي طريقي تي استعمال ڪرڻ جي تجربي جي روشني ۾ ئي جا عالم ان نتيجي تي پهتا تہ ٻار کي ابتدائي تعليم مادري زبان ۾ ڏني وڃي. اهو پنهنجي دور جو هڪ انقلابي نظريو هو، جنهن کي شيخ ابوالحسن بن عبدالعزيز ٺٽوي (عليه الرحمة) عملي جامون پهرايو. انهن (١١٠٠هه (١٦٨٨ع) جي لڳ ڀڳ ديني نصاب تي ٻڌل ڪتاب "مقدمة الصلواة" سنڌي ۾ لکيو، جيڪو ان دور ۾ ابتدائي تعليم جي لاءِ درسي ڪتاب جي نموني طور رائج ٿيو. سنڌي زبان ۾ اهو پهريون درسي ڪتاب هو ان ڪري "ابوالحسن جي سنڌي" جي نالي سان مشهور ٿيو. ثانوي سطح تي فارسي تعليم کي آسان بنائڻ جي لاءِ ٻہ زباني تعليم جو طريقو عمل ۾ آندو ويو ۽ سنڌيءَ کي تعليم جو ذريعو بنائي سنڌي فارسي لغت تي ٻڌل ٻہ وايو (= ٻہ زباني، ٻہ وايو) عنوان سان خاص نموني جا درسي ڪتاب تيار ڪيا ويا. اعلٰي ثانوي سطح تي عربي سيکارڻ جي لاءِ سنڌي ۽ فارسي ٻنهي کي تعليم جو ذريعو بنايو ويو ۽ "ٽہ وايو" (= ٽہ زباني) قسم جا ڪتابڙا ترتيب ڏنا ويا. ان ٽئين تعليمي نظم جي ۽ انهن ڪنيل قدمن جي ڪري عملي طرح سنڌي سيکارڻ جو سلسلو شروع ٿيو. مخدوم ابوالحسن کانپوءِ مخدوم ضياءُ الدين ٺٽوي هڪ درسي ڪتاب مرتب ڪيو، جيڪو "ضياءُ الدين جي سنڌي" جي نالي سان مشهور ٿيو. ان ريت سنڌيءَ ۾

دينيات جي درسي ڪتابن جي تصنيف جو سلسلو تيرهين صديءَ تائين هليو. علامہ سيد علي محمد شاهہ جي تصنيف دائري وارن جي سنڌي ان سلسلي جو آخري معياري ڪتاب جيڪو هن ٣٧٧ هہ/ ١٨٦٠ع ۾ مرتب ڪيو. انهن ڪوششن جو بنيادي مقصد هي هو تہ تعليم جي طريقي جي اصلاح ڪئي وڃي ۽ مادري زبان جي ذريعي عوام الناس ۾ تعليم کي رائج ڪيو وڃي. ان ڪري شيخ ابوالحسن کان ويندي سيد علي محمد شاهہ تائين سمورن عالمن (ان هوندي بہ جوانهن کي عربي ۽ فارسيءَ تي دسترس هئي) انهن ڪتابن ۾ نج سنڌي اصطلاحن جو خيال رکيو. ان بندوبست سببان سنڌي ۾ علمي لکيتن جو سلسلو شروع ٿيو ۽ سنڌي لکيت ۾ علمي بيان جي ڍنگ جون راهون پيدا ٿي ويون. مخدوم محمد هاشم ٺٽوي مخدوم عبدالله ۽ ٻين عالمن ان دور ۾ مختلف موضوعن تي سنڌي ۾ ڏهن کن ڪتاب تصنيف ڪيا. ان سان گڏوگڏ سنڌي لفظن ۽ اصطلاحن جي صحيح معنيٰ متعين ڪرڻ جي لاءِ فارسي - سنڌي ۽ سنڌي - فارسي لغت جي تصنيف جو سلسلو شروع ٿيو. جنهن جي شروعات گمان آهي تہ نظام الدين بن عبدارزاق درپيلويءَ جي ڪتاب "انيس انجمن" کان ٿي، جيڪو انهن ١١٣٩هہ / ١٧١٧ع ۾ تصنيف ڪيو. ڪتاب جو ٻيو باب سنڌي لغت تي تحقيق، هڪ عالمانہ ڪوشش آهي، انهيءَ ئي دور ۾ سنڌي ۽ سرائيڪي ۾ اجا بہ وڌيڪ ويجهو ناتو ٿي ويو. سنڌ ۾ سرائيڪي کي وڏي مقبوليت حاصل ٿي، ان ريت حضرت شاهہ عبداللطيف رحہ کان پوءِ جيڪي شاعر پيدا ٿيا انهن مان گهڻن سنڌي ۽ سرائيڪي ٻنهي زبانن ۾ شاعري ڪئي ۽ ان ريت سنڌي جا گهڻائي لفظ ۽ اصطلاح سرائيڪي ۾ رائج ٿيا.

## دفتري ۽ تعليمي زبان ۽ نثر ۽ صحافت نگاريءَ جي ارتقا (١٨٤٣ کان ١٩٤٧ع):

فيبروري ١٨٤٣ع ۾ انگريزن سنڌ تي قبضو ڪندي ان کي بمبئي صوبي سان ڳنڍي ڇڏيو ۽ فارسيءَ جي جاءِ

تي انگريزيءَ کي ملڪ جي سرڪاري زبان قرار ڏيندي، فارسي عربي اسلامي تعليمي نظام جي جاءِ تي مغربي انگريزي تعليمي نظام رائج ڪيو. سنڌيءَ جي مرڪزي حيثيت کي ميڃيو ويو ۽ حڪومت بمبئي جي هڪ مراسلي (عدد ١٨٢٥ - تاريخ ٦ سيپٽمبر ١٨٨١ع) هيٺ سنڌ ۾ سنڌي کي سرڪاري ڪاروبار ۽ انتظامي ڪمن جي لاءِ دفتري زبان قرار ڏنو ويو. سنڌ ۾ مقامي ملازمن ۽ انگريزن پنهي جي لاءِ سنڌي ڳالهه ٻولهه ۾ صلاحيت جو امتحان لازمي قرار ڏنو ويو.

ان سلسلي ۾ پهريون امتحان ٢ نومبر ١٨٥٥ع کان اڳ ٿيو. جنهن ۾ هڪ انگريز ۽ هڪ ديسي آفيسر ڪامياب ٿيا. انگريز ۽ هندو آفيسر جي هڪ اثر واري ٽولي عربي سنڌي نسخ رسم الخط کي بدلائي ان جي جاءِ تي ”ديو ناگري“ يا ”سنڌي واڻڪا اکر“ کي رائج ڪرڻ جي زورائتي ڪوشش ڪئي ۽ ڪتاب لکيا. مگر عربي سنڌي رسم الخط ۾ سنڌي زبان جي تاريخي، تدريسي، علمي، ادبي ۽ تصنيفي روايتون ايتريون تہ مضبوط هيون جو اهي ڪوششون آخرڪار ناڪام ٿيون ۽ ايسٽ انڊيا ڪمپني جي انتظامي مجلسن جاري ٿيل سنڌي عربي رسم الخط کي جزوي ترميمن ۽ اضافت سان رائج ڪرڻ جو فيصلو ڏيئي ڇڏيو.(مراسلہ، عدد ٤٦ مؤرخہ ٨ ڊسمبر ١٨٥٢ع). سنڌي جي اسسٽنٽ ڪمشنر بي - ايچ ريلس سنڌ جي عالمن جي جوڙيل سنڌي حرفن جي جاري ٿيل مختلف صورتن مان ڪجهہ خاص صورتون چونڊي ورتيون ۽ نظرثاني کان پوءِ جولاءِ ١٨٥٣ع ۾ ”سنڌي الف - بي“ تي ٻڌل قرطاس شايع ڪري ڇڏيو. جيڪو هڪ جهڙي نموني تي تعليمي ۽ دفتري شعبن ۾ رائج ٿيو. (تفصيل جي لاءِ ڏسو The Report on Education in Sindh).

حرف تهجي (ڏسو ص ٣٥٨) جي تعين سان درسي ۽ ٻين ڪتابن لکڻ جي لاءِ رستو سڌو ٿي ويو ۽ سنڌيءَ جي تحريري سرمائي کي فروغ حاصل ٿيو ۽ پوءِ ٽائيپ جي ڇاپخانن جي قائم ٿيڻ سان سنڌي

مطبوعات ۾ واڌارو ٿيو.

انگريزن جي تسلط کان پهرين ئي ابتدائي تعليم مڪمل طرح سنڌيءَ ۾ ڏني ويندي هئي ۽ ثانوني سطح جي ابتدا ۾ فارسي سان گڏ سنڌيءَ کي تعليم جي ذريعي طور استعمال ڪيو ويندو هو. هاڻي تدريسي سلسلي ۾ واڌارو ٿيو ۽ ثانوي سطح تي انگريزي سان گڏ سنڌيءَ کي به لازمي طرح تي پڙهايو وڃڻ لڳو. ١٩٣٥ع ۾ سنڌ بمبئي کان جدا صوبو بڻيو تہ هاءِ اسڪول (ميٽرڪيولشن) تائين سنڌيءَ کي تعليم جو ذريعو ۽ امتحان جو ذريعو قرار ڏنو ويو هڪ مضمون جي حيثيت ۾ سنڌيءَ کي بي - اي جي نصاب ۾ جاءِ ڏني وئي.

## سنڌيءَ جا تهجي حرف

ا ب ٻ پ ت ٿ ٽ ث ڀ ج ڄ جهہ ڃ چ ڇ ح خ

د ڌ ڏ ڊ ڍ ذ ر ڙ ز س ش ص ض ط ظ ع غ ف

ڦ ق ڪ ک گ ڳ گهہ ڱ ل م ن ڻ و ه ء ي.

تعليم، تدريس، تصنيف ۽ تاليف جي سلسلن ۽ ڇاپي خانن ۽ مطبوعات جي سهولتن سببان سنڌيءَ ۾ نثري سرمايو ۽ صحافت نگاري کي فروغ مليو. سورهين صدي ۾ مخدوم جعفر بوبڪائي جي ڪتاب "حل العقود في طلاق السنود" ۾ سنڌي نثر جا اهي جملا ملن ٿا جيڪي سنڌ جا ماڻهو طلاق ڏيڻ وقت استعمال ڪن ٿا، ان کان پوءِ مخدوم حامد رگهمي ۽ پوءِ جي عالمن جي ڪتابن ۾ سنڌي نثر ۾ اهڙا جملا ۽ عبارتون لڀن ٿيون جن جو واسطو فقهي بحثن سان آهي، شيخ ابوالحسن ٺٽوي ۽ ٻين عالمن جا تصنيف ڪيل درسي ڪتاب منظوم هئا.

جيتوڻيڪ ڪجهہ تصنيفن ۾ نظم جي صورت رکو الف اشباع جي قافيي تائين محدود هئي ۽ اڪثر بيان نثري نوعيت جو هو.

۱۸۵۵ع کان پوءِ جڏهن نئون تعليمي سلسلو رائج ٿيو تہ سنڌي نثر ۾ ڪتاب لکجڻ شروع ٿيا ۽ ان دور جي پڄاڻي تائين اڪثر علمن ۽ فنن جا سنڌي ۾ ڪتاب تصنيف يا ترجمي جي صورت ۾ مهيا ٿي ويا. ۱۸۵۷ع کان سنڌي نثر ۾ اشتهار ڇپجڻ لڳا ۽ چند سالن کان پوءِ اخبارن جو سلسلو شروع ٿيو. جيڪو خلافت (تحريڪ) جي دور ۾ روزنامہ الوحيد جي جاري ٿيڻ سان حقيقي معنيٰ ۾ پڪڙجڻ شروع ٿيو.

انگريزي زبان ۽ تعليم کي ان دور ۾ خاص اهميت حاصل ٿي ۽ اها سرڪاري دفتري ڪاروباري تعليمي نظام، صحافت ۽ سياست جي اثرائتي زبان بنجي ويئي. سنڌيءَ تي بہ ان جو ڪافي اثر پيو ان ڪري علمن ۽ فنن جي اصطلاحن جا ڪيترائي انگريزي نالا ۽ لفظ سنڌي ۾ رائج ٿي ويا. ۱۹۳۵ع کان پوءِ سنڌي، بہ سنڌ اسيمبليءَ صوبائي سياست جي زبان بني ۽ ان انگريزيءَ مان سياسي لغت جو هڪ چڱو خاصو حصو پنهنجو ڪري ورتو.

**موجوده دور (۱۹۴۷ع کان ۱۹۷۳ع) :** - پاڪستان جي قائم ٿيڻ (۱۹۴۷ع) کان پوءِ سنڌي زبان ۽ ادب جي ترقي، سنڌي زبان ۾ تعليم ۽ تربيت جي توسيع ۽ سنڌي صحافت جي فروغ جي لاءِ حالتون سازگار ٿيون ۽ انهن منصوبن کي عملي جامو پارائڻ جي لاءِ ڪجهہ نوان ادارا قائم ڪيا ويا جن ۾ سنڌي ادبي بورڊ (قيام ڪراچي ۱۹۵۱ع) ۽ شاهہ عبداللطيف ثقافتي مرڪز (قيام ڀٽ شاهہ، ضلعو حيدرآباد ۱۹۵۳ع) نمايان خدمتون سرانجام ڏنيون آهن. سنڌي ادبي بورڊ جي هڪ تحقيقي منصوبي هيٺ جامع سنڌي، سنڌي لغت جي (لڪندڙن جي نگرانيءَ هيٺ) تدوين ٿي. جنهن مان هڪ جلد (ٻي حرف ۽ ۱۵۷۳۵ لفظن ۽ اصطلاحن تي جڙيل) شايع ٿي چڪو آهي. ٻيو منصوبو سنڌي لوڪ ادب کي گڏ ڪرڻ جو هو. جنهن هيٺ (لڪندڙن جي نگراني هيٺ)

هن وقت تائين ٣٠ جلد شايع ٿي چڪا آهن شاهه عبداللطيف ثقافتي مرڪز جي نگراني هيٺ شاهه عبداللطيف جي سوانح ڪلام ۽ موسيقي (شاهه جو راڳ) تي تحقيق ۽ اشاعت جو سلسلو تيزيءَ سان جاري آهي. اهي منصوبا سنڌي زبان جي لغات جي سرمايي ۽ تمدن جي توسيع جي سلسلي ۾ خاص حيثيت رکن ٿا.

ان دور ۾ سنڌي صحافت کي ترقي نصيب ٿي ان ڪري ان وقت سنڌيءَ ۾ چار روزنامه ۽ ڪيترين ئي هفتيوار ۽ پندرهن روزه اخبارون، ماهه ناما ۽ ٽه ماهي رسالا شايع ٿيڻ شروع ٿيا. پر وري ون يونٽ ڪانپوءِ سنڌيءَ جي دفتري ۽ سياسي اهميت گهٽ ٿي ويئي ۽ تعليم ۽ تربيت جي شعبي ۾ به ان جي اها حيثيت برقرار نه رهي جيڪا ١٩٥٨ع کان اڳ هئي، تنهن هوندي به ١٩٧٠ع ۾ پيهر سنڌ جي جدا صوبي ٿيڻ تي هڪ ڀيرو وري سنڌيءَ جي فروغ ۽ ترقيءَ جي لاءِ ڪوششون تيز تر ٿي ويون.

ريڊيو پاڪستان تان سنڌي ۾ مختلف قسم جا پروگرام نشر ٿيڻ لڳا، نوان لفظ ۽ اصطلاح گهڙجڻ لڳا ۽ نثري اسلوب بيان جي لاءِ نيون راهون پختيون ٿيون. ان دور ۾ سنڌي ۽ اردو جي پاڙيسري ٿيڻ مان ٻنهي زبانن جي وچ ۾ عمل ۽ ردِ عمل جو سلسلو شروع ٿيو، جيڪو اڃا تائين جاري آهي، سنڌي اردو، اردو سنڌي لغت تصنيف ٿيون آهن، ڪجهه سنڌي لفظ مقامي طور تي اردو ۾ استعمال ٿي رهيا آهن ۽ ٻئي طرف اردو جا لفظ ۽ اصطلاح ۽ اردو جي بيان جي انداز سان سنڌي متاثر ٿي رهي آهي، اردو جي جديد ادب جي اثر هيٺ سنڌي نظم ۽ افسانوي ۾ نوان تجربا عمل ۾ آيا آهن، مجموعي طور تي اهو دور هڪ عبوري دور معلوم ٿو ٿئي. جنهن ۾ مختلف قسمن جا لاڙا عمل هيٺ آهن ۽ سنڌيءَ جو مستقبل روشن نظر ٿو اچي.

# مآخذ


(1) Dowson and Elliot "History of India as told by its own Historians." ج ا، لندن ١٨٦٧ع.

(2) Geoge Shrit "Traces of a Dravidian element in Sindhi the Indian Antiquary" (١٨٧٨ع) ٧ - ج

(3) Grierson "Linguistic Survey of India" ج ٨، ڪلڪتو ١٩١٩ع

(4) R. Pischel "Comparative Grammer of Prakṛrts" جرمن ٻوليءَ مان ترجمو دهلي ١٩٥٧ع

(٥) احمد حسن داني "Indian Palaeography" آڪسفورڊ ١٩٦٣ع

(٦) بي - ايچ - ايلس "The Report on Education in Sindh" بمبئي ١٨٥٦ع ۾ پيو ڇپيو، ڇپائيندڙ نبي بخش خان بلوچ، ڇپايل سنڌ يونيورسٽي حيدرآباد (١٩٧١ع).

(٧) بزرگ بن شهريار : "عجائب الهند" ڇپايل لائيڊن

(٨) ابن حوقل : "صورة الارض"، ڇپايل بيروت.

(٩) ابن حبان البستي : "روضة العقلاء ونزهة الفضلا"، قاهره ١٣٢٨ هه

(١٠) ابن النديم :" الفهرست"، قاهره ١٣٤٨هه

(١١) البيروني: "في تحقيق ماللهند"، حيدرآباد (دڪن) ١٣٧٧هه / ١٩٥٨ع ۾ طبع سخاؤ Sachau : ج - ١، مهاڳ

(١٢) الاصطخري، "المسالڪ والممالڪ"، قاهره ١٩٦١ع

(١٣) جعفر بوبڪائي: "حاصل النهج" (مختصر نهج التعلم) ڇپايل سنڌيونيورسٽي حيدرآباد، ١٩٦٩ع

(١٤) "مجمد التواريخ والقصص"، ڇپايل ايران

(١٥) نظام الدين بن عبدالرزاق دربيلوي: "انيس انجمن"، مخطوطو لکنڊڙ جي ڪتب خاني ۾.

(١٦) شمس سراج عفيف: "تاريخ فيروز شاهي"، ڪلڪتو ١٨٩٠ع.

(١٧) محمد حفيظ الرحمٰن بهاولپوري: "ذڪر ڪرام"، بهاولپور ١٣٥٧هه،

(١٨) جمال الدين ابوبڪر اله آبادي: "تذڪره قطبيه" (تصنيف ١٥٤٠- ١٥٤٥ع)، لاهور ١٣٧١هه،

(١٩) آدگرٽ، لاهور ١٨٨٤ع.

(٢٠) "ابوالحسن جي سنڌي"، ڇپائيندڙ عبدالحق، حيدرآباد (سنڌ) ١٩١٩ع.

(٢١) ڀيرومل مهرچند آڏواڻي: "سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ، ڪراچي" ١٩٤١ع.

(٢٢) نبي بخش خان بلوچ: "سنڌي ٻوليءَ جي مختصر تاريخ"، حيدرآباد (سنڌ) ١٩٦٤ع.
(٢٣) سيد علي محمد شاھ: "مصلح المفتاح"، يعني سيد دائري وارن جي سنڌي، ڇپائيندڙ نبي بخش خان بلوچ، ڇپايل سنڌ يونيورسٽي، حيدرآباد ١٣٩٠ھ/ ١٩٧٠ع. (ٻيو ڏسو)
(٢٤) "Encyclopaedia Britannica"، ١٩٥٠ع. ج ٢٠، بذيل ماده.
(٢٥) John Beams: Comparativ Grammar of the Modern Aryan Languages of India، ٣ جلد، لنڊن ١٨٧٢- ١٨٧٩ع.
(٢٦) E. Trumpp: Sindhi Grammar ١٨٧٢ع.
(٢٧) شرف الدين اصلاحي: "اردو سنڌي جا لساني لاڳاپا (اردو)"، ڇپايل مرڪزي اُردو بورڊ، لاھور ١٩٧٠ع، جنھن ۾ وڏيڪ ماخذ بہ داخل آھن). نبي بخش بلوچ.

ورتل:

"Urdu Encyclopaedia of Islam" Under the Auspices of the University of Panjab- Vol: X1- Pages 347-360. Lahore.

# سنڌي ٻولي تاريخ جي روشني ۾

ميرزا ڪاظم رضا بيگ

انگريزي ٻوليءَ ۾ لکيل ڪتاب ”شاهه عبداللطيف آف ڀٽ“ جو مشهور مصنف ڊاڪٽر ايچ - ٽي - سورلي مغربي پاڪستان گزيٽيئر سنڌ ريجن جي نائين باب ۾ لکي ٿو تہ ”سنڌي ٻولي پاڪستان جي نهايت قيمتي وراثت آهي“ سنڌ ۾ سنڌي زبان تمام شائستہ نموني ڳالهائي وڃي ٿي ۽ پر پاسي وارن علائقن جهڙوڪ : ڪڇ، ڪاٺياواڙ، راجستان، لسٻيلي، ڪيچي ۽ بهاولپور وغيره ۾ ڪجهہ ٿوري ڦير ڦار سان ڳالهائي وڃي ٿي.

سر رچرڊ برٽن، ڊاڪٽر ايچ - ٽي - سورلي ۽ دنيا جي ٻين مشهور زباندانن جي راءِ مطابق سنڌي ٻولي پاڪ و هند ٻراعظم جي تمام پراڻين زبانن مان هڪ آهي ۽ اها هن خطي (موجوده پاڪستان) ۾ آرين، ۽ سنڌن سنسڪرت زبان جي آمد کان بہ گهڻو اڳ ڳالهائي ويندي هئي، اها موئن جو دڙو ۽ ٻين لاڳاپيل تهذيبن جي زبان هئي، جيڪي پاڪستان ۽ عراق جي ميدانن ۾ پنج هزار سالن کان بہ اڳ رونق پذير هيون. اهي سڀ تهذيبون هڪ ئي قوم جي نشاندهي ڪن ٿيون، جي مهراڻ ۽ دجلہ جي ماٿرين ۾ انهن پراڻن زمانن ۾ رهائش پذير هيون.

سنڌيءَ ٻوليءَ جو بنياد ڪهڙو هوندو؟ اسين سنسڪرت زبان کي سنڌي ٻوليءَ جو بنياد قرار ڏئي ڪونہ ٿا سگهون ڇو تہ هنن علائقن ۾ سنڌي زبان سنسڪرت ٻولي ڳالهائيندڙ آريہ لوڪن جي اچڻ کان اڳ ڳالهائي ويندي هئي. ان کان سواءِ سنڌي انهن پراڻن زمانن ۾ هڪ اهڙي تهذيب جي اظهار جو ذريعو هئي جا سنڌن ماتحت يعني آرين جي تهذيب کان تمام گهڻو بلند ۽ بالا هئي پر هاڻي ڏسون تہ دنيا جا

مشهور زباندان هن سلسلي ۾ ڪهڙي راءِ ڏين ٿا.

سر رچرڊ برٽن جي راءِ مطابق سنڌي ٻوليءَ جو بنياد ماضي بعيد جي اونداهين ۾ اوجهل آهي، پر چڱا خاصا سبب اسان کي انهي راءِ تي پهچڻ لاءِ مجبور ڪن ٿا، تہ سنڌي زبان ايتري ئي پراڻي آهي، جيتريون پاڪ و هند جون ٻيون زبانون پراڻيون آهن. اها هندستاني زبان جي زمري مان آهي ۽ سڌو سنئون سنسڪرت مان نڪتل آهي، پر ان هوندي بہ اها بلڪل علحده ٻولي آهي ۽ نہ جيئن چيو وڃي ٿو تہ اها هندستاني ٻوليءَ جي بگڙيل صورت آهي. ساڳئي باب جي هڪ ٻئي فقري ۾ سر رچرڊ پاڻ کي قدري بدلائيندي چوي ٿو تہ ”سنڌي ٻوليءَ ۾ عربي آوازن جي موجودگي انهيءَ ڳالهہ جا اهڃاڻ ڏئي ٿي، تہ اونداهن وارن زمانن ۾ يا انهيءَ عرصي ۾ جيڪو ڪرستاني مت ۽ اسلام جي آمد جي درميان گذريو، هڪ وڏي پيماني تي عربستان کان سنڌ ڏانهن ماڻهن جي لڏ پلاڻ ٿي هئي، اڳاٽي خواهہ هاڻوڪي فارسي هن خصوصيت ۾ سنڌي ۽ پشتو سان شريڪ آهي تہ سندس تمام گهڻا لفظ، آواز ۽ لهجي ۾ ساڳئي معنيٰ وارن ”سامي“ (عربي) لفظن سان مشابهت رکن ٿا. (سنڌو ماٿري جون قومون ١٩٧٣ع – ص ٧٢–٦٩).

مسٽر ايچ – ٽي لمبرڪ پنهنجي مشهور ڪتاب ”سنڌ – هڪ عام جائزو “ ۾ رقمطراز آهي تہ ”سنڌي ٻولي مجيل سائنسي گروهہ بنديءَ موجب هند آريائي ٻولين جي ٻاهرئين حلقي جي اتر الهندي ٻسٽ ۾ ڳڻي وڃي ٿي. لهندا يعني اولهندي پنجابي بہ ساڳئي سٽ ۾ اچي ٿي. ٻيئي ٻوليون اڃا اتر وارين داودڪ ٻولين، خاص ڪري ڪشميريءَ سان ويجهو ناتو ڏيکارين ٿيون، آريائي ڪتنب جي ٻين هاڻوڪين ٻولين جيان سنڌي بہ پراڪرت يعني سنسڪرت جي اوائلي عام چالو محاوري منجهان ڦٽي نڪتل آهي، پر سنڌيءَ جهڙيءَ ريت ان پراڪرت جون خاصيتون سانڍي سنڀالي رکيون آهن، سا ڳالهہ ان کي ٻين موجوده هندآريائي ٻولين ۾ جي بيمثال نہ تہ ممتاز ضرور ڪري ٿي، ڇو تہ

ساڳئي سٽ جي ٻين ٻولين ۾ اهي خاصيتون باقاعدي بدلجنديون رهيون آهن، ان سانڊ سنيال جو وڏو ڪارڻ سنڌ جي نويڪلي بيهڪ آهي، سندس عظيم رڻ پٽ ڪيس ٻين اهڙين ايراضين کان الڳ رکي ٿو، جتي ساڳئي ٻڻ واريون ٻوليون ڳالهايون وڃن ٿيون، (سنڌي ترجمو - ص ٣٩٥).

سنڌي ٻوليءَ جي بنياد بابت ٻهريون ڏيهي ليکڪ آنجهاني ڪاڪو ڀيرو مل آهي جو ڊي - جي سنڌ ڪاليج ڪراچي ۾ سنڌيءَ جو پروفيسر هو، هو پنهنجي ڪتاب ”سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ“ ۾ سنڌي ٻولي کي سرائڪي، ملتاني، ڪشميري، ڪوهستاني سميت داروڪ بنياد جي ٻين ٻولين سان ملائي ٿو ۽ آخر ۾ فيصلو ڏئي ٿو ته اهي سڀ زبانون پراڪرت مان ڦٽي نڪتيون آهن، جا سنسڪرت ٻوليءَ جي الهندي واري شاخ آهن. ٻئي طرف بنگال جو مشهور زباندان ڊاڪٽر ايس- ڪي چٽر جي پنهنجي شهره آفاق ڪتاب ”بنگالي ٻوليءَ جو بنيادي ارتقا“ ۾ هڪ وچ واري زبان جو ڏس ڏئي ٿو جا فارسي ۽ سنسڪرت زبانن کان عليحده وڏندي ۽ ويجهندي رهي جا سنڌي، سرائڪي، ملتاني، ڪشميري ۽ ڪوهستاني زبانن جي صورت ۾ اڄ تائين قائم آهي. هي سموريون زبانون انهيءَ داروڪ زبان جون شاخون آهن، جا هنن علائقن ۾ آرين ۽ سندن زبان سنسڪرت جي وارد ٿيڻ کان اڳ ڳالهائي ويندي هئي، انهيءَ صورت ۾ سنڌي سنسڪرت جي ڌيءُ ڪيئن ٿي سگهي ٿي، جڏهن ته اها سنسڪرت جي اچڻ کان سوين سال اڳ هن ملڪ ۾ ڳالهائي ويندي هئي پوءِ نيٺ سنڌي ٻوليءَ جو بنياد ڇا ٿي سگهي ٿو؟.

هاڻي اچو ته ڪن وڏيڪ عالمن جا رايا معلوم ڪريون:-
مرحوم مولوي دين محمد وفائي پنهنجي مضمون ”سنڌي زبان جي مختصر تاريخ“ ۾ لکي ٿو ته ”اسان جي سنڌ ديس ۾ جا هن زماني ۾ سنڌي ڳالهائي ويجي ٿي ان جي ساخت ۽ جوڙجڪ تي پورو ڌيان ڏنو

وِيندو تہ صاف طرح ڏسڻ ۾ ايندو تہ سنڌي زبان عربي ۽ پراڪرت يا بگڙيل سنسڪرت جي ملاوٽ مان ٺي پيدا ٿي آهي. جيئن نرمادي جي ميلاپ مان ٻچو پيدا ٿئي ٿو، تئين سنسڪرت ۽ عربي جي ملاوٽ مان سنڌي ڄائي آهي. جيڪڏهن سنسڪرت سنڌي جي ماءُ آهي تہ عربي سندس ابو آهي.

سنڌ جي قديم تاريخ تي غور ڪبو تہ عربي زبان جو سنڌ ديس سان اسلام کان گهڻو اڳ جو لاڳاپو نظر ايندو. سنڌ، عرب ملڪ کي ويجهو آهي ۽ انهيءَ ويجهڙائي جي ڪري ٻنهي ملڪن جا قديم تعلقات آهن. تاريخ فرشتہ جو مصنف لکي ٿو تہ اسلام کان اڳ هندستان جا هندو بت پرستيءَ جي ارادي سان ڪعبي جي زيارت لاءِ سفر ڪندا هئا، انهيءَ ڪري ائين چئي سگهجي ٿو تہ عربي زبان جو قديم تاريخ کان وٺي سنڌ سان تعلق رهيو آهي نہ ڪو اسلام جي آفتاب طلوع ٿيڻ کان، خود سوامي ديانند بہ پنهنجي "ستيارٿ پرڪاش" ۾ انهيءَ ڳالهہ جو اقراري آهي. (از- مهراڻ جون موجون).

ڈاڪٽر نبي بخش خان بلوچ پنهنجي ڪتاب "سنڌي ٻوليءَ جي مختصر تاريخ" ۾ پهريون ڀيرو ڪمال جرئت سان ان حقيقت کي صاف بيان ڪري ٿو تہ "سنڌي ٻولي عربي، عبراني، آريائي، ڪلداني ۽ ٻين لاڳاپيل ٻولين وانگر سامي نسل جي زبان آهي، هزارين سال اڳ عراق ۾ ڳالهائي ويندي هئي. ٻيو تہ هزارين سالن تائين آرين، ايرانين، برنانين ستين، ساڪن ۽ عربن کان متاثر ٿي رهڻ ڪري سنڌي ٻولي انهيءَ عرصي جي ٻولين جا بي انداز لفظ پنهنجي وجود ۾ سمايا ۽ سميٽيا آهن، ساڳي طرح سان پراڪرت، هندي، گجراتي ۽ ٻين سنسڪرتي بنياد وارين ٻولين سان هزارين سال گڏ رهڻ ڪري سنڌي ٻولي انهن ٻولين جا ڪيترا سارا لفظ خصوصا اهي جي هندن جي ڌرم ، طب، فلسفہ، لوڪ ادب، معاشي رسمن ۽ ڏنڌن سان رابطو رکن ٿا، تن کي جذب ڪري ورتو آهي.

محترم سراج الحق ميمڻ پنهنجي ڪتاب ”سنڌي ٻولي“ ۾ انهيءَ دعويٰ جو اظهار ڪيو آهي ته سنڌي ٻولي، سنڌو گنگا جي ميدانن کان دجله ۽ فرات جي ميدانن وارين ٻولين يعني براعظم پاڪ و هند علائقي وارين سمورين ٻولين جي ماءُ آهي. جيئن ته تاريخ مان اها ڳالهه ثابت ڪانه ٿي ٿئي ته سنڌي لوڪن فاتحن يا مهاجرن جي حيثيت سان ڪنهن زماني ۾ عراق ڏانهن نقل مڪاني ڪئي هئي، تنهن ڪري محترم سراج الحق ميمڻ صاحب جي انهيءَ راءِ کي گهڻو وزن ڪين ٿو ڏئي سگهجي. آريا لوڪن جو اڀرندي طرف کان گنگا جمنا جي ميدانن ڏانهن واڌارو تمام گهڻو پوءِ جو آهي، انهيءَ زماني ۾ آرين جي زبان سنسڪرت هئي، اتر پرديش، بهار، بنگال ۽ اوڙيسا جي اڳوڻين ٻولين سان لاڳاپي ڪري موجوده هندي، بهاري ۽ بنگالي زبان کي جنم ڏنو ساڳي طرح آرين جي ڏکڻ طرف واڌ جي ڪري گجراتي مهاراشٽري، دکني ۽ غير دراوڙي نسل جون ٻيون زبانون وجود ۾ آيون. ڪنهن به صورت ۾ ان ڳالهه کان انڪار ڪري نٿو سگهجي ته اڳوڻن سنڌين ٿرپارڪر ضلعي جي پاري نگر بندر کان نڪري عربي سمنڊ ۽ هندي وڏو سمنڊ لتاڙي ملايا، جاوا سوماترا ۽ ٻين اڀرندي وارن ٻيٽن ۾ پنهنجون بينڪون قائم ڪيون هيون، انهن ملڪن جي ٻولين ۾ هزارين لفظ سنڌي بنياد جا ملن ٿا. انهن ٻيٽن ۾ انهن جي رهواسين جا نالا اڄ تائين سنڌي بنيادن جا ڏسڻ ۾ اچن ٿا. تاريخ اسان کي بحرين ۽ ايراني نار جي ٻين ٻيٽن ۾ سنڌي جا ٽن ۽ ڪلا جي قومن جي بيٺڪن جو پتو ڏيئي ٿي، جن کي ايراني بادشاهه پاڙيتو سپاهين طور بلوچ قومن جي غارتگرين ۽ عربن جي حملن خلاف پنهنجي فوجن ۾ ڀرتي ڪندا هئا. جيئن فردوسي پنهنجي شاهنامي ۾ بيان ڪيو آهي، پر جيئن ته اهي مير نصير وحشي هئا ۽ اڄ ڏينهن تائين نيم وحشي حالت ۾ رهن ٿا، تنهن ڪري ان ڳالهه جو ڪوبه امڪان ڪونه آهي ته انهن ايران يا عراق جي تهذيب تي ڪنهن قسم جو اثر وڌو هوندو. ايراني نار جي انهن سنڌي

جاٽ جي ٻيئڪن مان هڪڙو چمڪندڙ هيرو حنفي مذهب جو باني امام ابو حنيفہ رحمت الله عليہ جي صورت ۾ نمودار ٿيو، جنهن جو بنايل قانون فقه حنفي جي صورت ۾ اسلامي دنيا جي وڏي حصي تي جاري ۽ ساري آهي، جنهن لاءِ مشهور جرمن مشترق وارن ڪريمو جو چوڻ آهي تہ "فقه حنفي، اسلام جي قانوني ڪماليت جو ڪرشمو آهي.

سنڌي ٻوليءَ جي سامي بنياد بابت ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جيٰ ڪوجنا سان متفق ٿيندي احمد آباد (هندستان) جو سنڌي محقق مسٽر ليلا رام روپچنداڻي پنهنجي عالماڻي تحقيق "سنڌي ٻولي جو اتهاس" ۾ صاف طور تي ٻڌائي ٿو تہ سنڌي سامي نسل جي زبان آهي ۽ موئن جي دڙي جي تهذيب، بابل اڪاد، سوميرين وغيره عراقي تهذيبن جي اوپر واري ٻانهن آهي. مٿيون سموريون تهذيبون پرنسٽن يونيورسٽي آمريڪا جي مشهور استاد پروفيسر فلپن حموري هٽي جي "هسٽري آف دي عربس" ۾ لکيل انهيءَ لساني نظريي جي تائيد ڪن ٿيون تہ مشرق ۽ مغرب خواهہ حامين ۽ سامين جي سمورين ٻولين جو سرچشمو آڳاٽي بابل جي اها پراڻي ٻولي هئي جا هزاين سال اڳ انهيءَ خطي ۾ ڳالهائي ويندي هئي، جتي ڪنهن وقت هندستان کان انگلستان ۽ بخارا کان مراڪش تائين رهندڙ موجوده قومن جا ابا ڏاڏا هڪ مشترڪ قوم جي حيثيت ۾ گڏ رهندڙ هئا.

سنڌي زبان جي بنياد کي عراق جي سامي زبانن سان منسوب ڪرڻ کان پوءِ اسان هيٺ ڪي ٿورا نڪتا پنهنجي صراحت جي تائيد ۾ عرض رکون ٿا:

١. سنڌي زبان ۾ عربي ۽ فارسي لفظ گهڻائي سان ملن ٿا، جي عموما رواجي شين جا نالا آهن. جهڙوڪ. جبل، بصر، ٿوم ۽ شئي وغيره.

٢. براعظم پاڪ و هند جي ٻين ٻولين جي ابتڙ سنڌ جي زبان ۾ محلول ٿيل عربي لفظ ايتري قدر ٿهڪي ڦهڪي ويا آهن جو اهي سنڌي صرف و نحو جي سمورين قاعدن تي پورا بيهن ٿا.

مثلا:- مهانٽو، ڪيسو، ڏيڪي، رپ، دلو، رسو، ڪلف، سلوار ۽ قميص وغيره اهڙا عام استعمال جا لفظ آهن، جن لاءِ ڪو گمان به نه ڪندو ته اهي ڪنهن ٻاهرين زبان جا لفظ آهن.

٣. داروڙ خاندان جي ٻين زبانن جهڙوڪ ڪشميري، ملتاني ۽ سرائڪي وانگر سنڌي زبان ۾ ضمير متصل جو استعمال ڪثرت سان ٿئي ٿو. ڪشميري ۾ ضمير متصل فقط اسمن سان لڳن ٿا. لهندا ۾ اهي اسمن ۽ فعلن سان لڳن ٿا پر سنڌي ۾ اهي اسمن ۽ فعلن سان گڏ حرف جر سان لڳن ٿا.ضمير متصل جي ڪري سنڌي ٻوليءَ ۾ اظهار جي اختياري جي جيڪا پرڪشش خصوصيت پيدا ٿي پئي آهي، ان انهن ٻاهرين ماڻهن جي دل موهي ورتي آهي، جي ان جي ڳالهائڻ ٻولهائڻ کان واقف ٿين ٿا (An Introduction to Sindh Vol-1 by Lambrick).

٤. عربي ۽ سامي خاندان جي ٻين ٻولين وانگر سنڌي زبان جا فعل گهڻو ڪري ٽي اکريا آهن، جهڙوڪ: اٿڻ، ويهڻ، لکڻ، کلڻ ۽ پٽڻ وغيره.

٥. عربي ۽ سامي خاندان جي ٻين ٻولين وانگر صرف الف گڏڻ سان فعل لازمي مان متعدي ۽ فعل متعدي مان متعدي بالواسطہ بنجي پوي ٿو. جهڙوڪ: لکڻ- لکائڻ - کلڻ - کلائڻ - مرڻ مارڻ - ٻرڻ - ٻارڻ - سڙڻ ساڙڻ - چوڻ - چوائڻ - ترڻ تارڻ ۽ ڪرڻ - ڪارڻ وغيره.

٦. سنڌي ٻوليءَ ۾ زير ۽ ري سان ختم ٿيندڙ مؤنث اسمن جو جمع "ون" سان ٿيندو آهي، عربيءَ ۾ اِهو ساڳيو "ون" جمع سان مذڪر ناهڻ لاءِ ڪم ايندو آهي. مثال طور:

عربي: عالم- عالمون، ڪامل- ڪاملون، معلم-معلمون. سنڌي: زال- زالون، ڪرسي- ڪرسيون ۽ ڪٽ- ڪٽون.

٧. قديم زماني جي ڄاڻن انهيءَ ڳالهه کي ثابت ڪيو آهي ته موئن جي دڙي مان لڌل مُهرن جي لپي ساڄي کان کاٻي آهي، جيئن چادر کي ڇرڻ يا ڪاغذ تي مُهر هڻڻ لاءِ اکر ابتا لکيل هوندا آهن. ان ساڳئي نموني سان موئن جي دڙي مان لڌل مُهرن جا لفظ پڻ الٽا لکيل آهن ته جيئن

ڇر لڳڻ ڪانپوءِ اهي سڌا پڙهڻ ۾ اچن.

## سنڌي صورتخطي:

مرحوم مولوي دين محمد وفائي پنهنجي مضمون "سنڌي ٻوليءَ جي مختصر تاريخ" ۾ رقمطراز آهي تہ "سنڌي زبان جي تاريخ ۾ سڀ کان افسوسناڪ ڳالهہ هيءَ آهي تہ اسلام جي فتوحات يعني پهرين هجري صدي کان وٺي ڏهين هجري صدي تائين هي پتو پئجي نہ ٿو سگهي تہ اسان جي سنڌ ۾ سنڌي زبان ڪهڙي نموني ۽ ڪيئن ڳالهائي ويندي هئي جنهن مان پتو پئجي سگهي ٿو تہ موجوده زبان ۽ انهيءَ قديم زبان ۾ ڪهڙو فرق اچي چڪو آهي. اهڙي طرح سان اسلام کان اڳ مهاڀارت جي زماني تائين بہ سنڌي زبان جي اصليت تي ڪا روشني پيل نہ آهي. موئن جي دڙي جي کوٽائي ڪانپوءِ جيڪي ڪتبا يا نيون شيون هٿ آيون آهن تن مان فقط ايترو معلوم ٿي سگهي ٿو تہ جناب مسيح عليہ السلام کان ٽي هزار سال اڳ سنڌي ۾ جيڪي اکر ڪم ايندا هئا سي عراق جي اکرن جهڙا هئا، نہ فقط تحرير، پر سنڌ جي تهذيب ۽ تمدن بہ ساڳيو ئي عراق جي رهاڪن جهڙي هئي. انهيءَ زماني کان اسلام تائين يعني ڪيترن هزارن ورهين تائين سنڌي زبان ۽ سندس صورتخطي تاريڪي ۾ رهي آهي". (از- مهراڻ جو موجون).

## ادبيات:

سنڌي ٻوليءَ جي بنياد بابت بحث ڪرڻ ڪانپوءِ اسين هاڻي ان جي ادبي صلاحيتن بابت بحث ڪنداسين.

مرحوم حڪيم فتح محمد سيوهاڻي پنهنجي ڪتاب "آفتابِ سنڌ" ۾ هيٺيون خصوصيتون ڄاڻايون آهن، جي ڪنهن بہ ٻوليءَ جي ادبي استعداد پرکڻ لاءِ ڪارآمد آهن:

(۱) ادبي ٻوليءَ جا لفظ صاف ۽ سليقيدار هجن ۽ زبان تي نہ اٽڪن.

(۲) ادبي ٻولي ۾ تشبيهون، اصطلاح گهڻا هجن ۽ ان ۾ پهاڪا، ٽوٽڪا، مثال، چوڻيون، ڳجهارتون ۽ ٻيون اظهار جون رمزون جام

هجن.
(۳) ان ۾ ساڳي شيءِ جي مختلف صورتن، ارتقائي منزلن ۽ استعمالي ڪارجن لاءِ جدا جدا نالا هجن. ان ۾ ٻاهرين ٻولين جا لفظ جذب ڪرڻ ۽ انهن کي پنهنجي نموني ڍانچي ۾ سموئڻ جي صلاحيت هجي. ساڳي طرح سان اها ايتري قدر ترقي يافته زماني جي رفتار سان هم قدم هجي جو ٻين ٻولين جا لفظ جذب ڪرڻ ۾ ڪراهت نه اچي.
(۴) ان ۾ قافيه دار، باوزن ۽ تجنيسي الفاظ اڪيچار هجن. ان ۾ جاندار ۽ غير جاندار شين جي آوازن ۽ الفاظن لاءِ هم آهنگي هجي.
(۵) ٻولي ۾ اها صلاحيت هجي جو وڌندڙ علم، اختراع ۽ ايجاد جي ڪري جيڪي شيون يا ضرورتون درپيش اچن تن لاءِ مناسب لفظ گهڙي يا ٻين ٻولين کان اڌارا وٺي ۽ انهن کي پنهنجي نمونيءَ سانچي ۾ اهڙو ته سموئجي جو انهن مان ڌاريائپ جي ٻنهه ٻوءِ ئي نڪري وڃي.
(٦) ادبي ٻولي پنهنجي لفظي تعمير جي لحاظ کان ايتري محيط بسيط ۽ جامع هجي جو هڪ انسائڪلوپيڊيا يا بحرالعلوم يا سرو سماع ٿي سگهجي.
(۷) ادبي ٻولي اها آهي جنهن وٽ پنهنجا صرف ۽ نحو جا جامع ۽ متوازن قاعدا قانون هجن.
(۸) هڪ ادبي زبان سريلي ۽ شائسته لفظن جو خزانو آهي، جنهن ڪري ان ۾ انسان جي هر لطف ۽ جذبي جي ترجماني بخوبي ٿي سگهي ٿي.
سنڌي ادبيات جي فقط سرسري مطالعي مان ئي معلوم ڪري سگهجي ٿو ته سنڌي ڪيتري نه وسيع ۽ لذيذ زبان آهي.
هاڻي اسان ڏسون ته سنڌي ٻوليءَ جي ادبيات بابت مشهور عالم ڇا ٿا چون. اسين سر رچرڊ برٽن سان شروع ڪنداسين جو سنڌي زبان ۽ ادب تي لکڻ وارو پهريون يورپي عالم آهي. سنڌي ٻوليءَ جي لفظي جزالت ۽ ادبي صلاحيت جي واکاڻ ڪندي پنهنجي مشهور ڪتاب

"سنڌي تاريخ" (مطبوعہ لنڊن سن ١٨٥١ع) ۾ لکي ٿو:

"سنڌي زبان الهندي هندوستان جي ڪيترين ٻولين کان سندس لطافت ۽ جزالت جي ڪري بهتر بلڪ اتم ۽ اعليٰ آهي، هن ۾ لفظن جي ايتري تہ گهڻائي آهي جو ساڳي شيءِ جا ڌهہ ڌهہ نالا ٻڌي.ماڻهو تنگ ٿي پوندو آهي. ايترائي هن ۾ قافيہ دار لفظ آهن، اهڙي ڪابہ شيءِ يا ان جو ڪوبہ نمونو رنگ، حصو يا ارتقائي روپ نہ آهي، جن لاءِ سنڌي ٻوليءَ ۾ ڌار لفظ نہ هجي. مثال طور اٺ لاءِ ڏهاڪو کن نالا آهن ۽ اهڙيون ڇيون بہ ڪيتريون ٺي شيون ۽ جاندار آهن، جن جا ڇهہ ڇهہ، ست، ست، اٺ، اٺ نالا آهن. اسم ذات (ڪم، حالت يا خاصيت جا نالا) عربي، فارسي ۽ سنسڪرت مان بلڪل اکري طرح ورتا وڃن ٿا ۽ نتيجي طور سنڌي زبان جو لفظي ذخيرو اڻ کٽ ۽ اکيچار ٿي پيو آهي".

عيسوي اٺين صديءَ ۾ سنڌي ٻولي جن مقصدن تي پهتي هئي، تنهن جو ذڪر ڪندي مسٽر لئمبرڪ چوي ٿو تہ "عربن جي فتح وقت سنڌي زبان تمام گهڻي قدر سڌريل ۽ وسعت پذير هئي، پر انهيءَ واقعي ۽ سنڌ جي اسلامي قلمرو ۾ شموليت جي ڪري سنڌي ٻولي اڃان بہ وڌيڪ شاهوڪار ۽ سريلي ٿي پئي. اسلامي دنيا سان سنڌ جو لاڳاپو اتر هندستان کان ٽي سؤ سال کن اڳ ٿيو هو جڏهن غزنوين ۽ غورين ڪاهون ڪري اتر هندستان فتح ڪيو. انهي اوائلي لاڳاپي جي ڪري سنڌي ٻولي تي عربن جو نمايان اثر پيو. ٻين هندستاني زبانن ۾ جن عالمانہ لفظن جو تعلق مذهب، سائنس ۽ فلسفي سان آهي، سي عربي مان اڌارا ورتا ويا آهن، پر عربيءَ مان تمام رواجي لفظ سنڌي جذب ڪري ورتا آهن، جهڙوڪ جبل، شئي،ليمو، بصر، وغيره اهي سموريون شيون پنهنجن عربي نالن سان معروف آهن، اسين خاطري سان چئي سگهون ٿا تہ اهڙا لفظ سنڌي ٻوليءَ ۾ بہ ڪثرت سان ملن ٿا، پر انهن جي ڪري سنڌي صرف و نحو جي قاعدن ۾ ڪابہ بدل سدل ڪانہ ٿي

ٿئي، عربي ۽ فارسي لفظ اهڙا تہ فطري نموني سنڌي ٻوليءَ ۾ جذب ٿيل آهن جو خاطريءَ سان چئي سگهجي ٿو تہ سنڌيءَ ۾ اهي لفظ تمام آڳاٽي زماني کان آيل آهن، جڏهن انهن سيني ٻولين جو هڪ ئي بنياد هو.

مٿين بيانن مان اها ڳالهہ صاف ظاهر ٿئي ٿي تہ عربي ۽ فارسي لفظ سنڌي ٻوليءَ جا فطري جزا بنجي ويا آهن انهي ڪري جو تمام پراڻي زماني کان اهي ٽيئي زبانون پاڻ ۾ لاڳاپيل هيون.

هيستائين اسان فقط سنڌي زبان جي بناوت بابت بحث ڪيو آهي، هاڻي اسان پراڻي زماني کان سنڌي زبان جي ادبيات جو جائزو وٺنداسين:

”سنڌي ادبيات جي تاريخ بہ سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ وانگر پراچين سمي اونداهين ۾ اوجهل آهي، موئن جي دڙي جي رهواسين بلاشڪ پنهنجي ٻولي لاءِ هڪ لپي ٺاهي هئي، جنهن جي ثابتي انهن مُهرن مان ملي ٿي جيڪي هن دڙي مان لڌيون آهن، خاطري سان چئي سگهجي ٿو تہ اها لپي فقط مهرن ٺاهڻ لاءِ ڪم نہ آئي هوندي. ڪتاب ۾ سنگي ڪتبا بہ ضرور انهي لپيءَ ۾ لکيا ويا هوندا. پراڻي سنڌي ادبيات جي هنن خزانن کي ڪنهن تباهہ ڪيو هوندو؟ هيءُ هاجيڪاري ضرور اهڙن جي هٿان ٿي هوندي جن موئن جي دڙي وارن رهواسين تي فتح حاصل ڪري هن جي تهذيب جا سمورا آثار متائي ڇڏيا. رگ ويد جي مطالعي مان صاف ظاهر ٿئي ٿو تہ فاتح آريہ لوڪ مغلوب قومن جي سمورين وستين کي نيست و نابود ڪري ڇڏيندا هئا. پر جيئن تہ هو آريہ يعني سڌريل ۽ موجوده زماني جي هندن جا وڏا هئا تنهنڪري سندن هر ڪنهن هاجيڪاريءَ تي شفقت ۽ شڪ جو پردو وڌو ويجي ٿو، پر بدقسمتيءَ سان سندن ئي ڌرمي پستڪ سندن ياندا پيجي ٿو تہ ڪيئن نہ هو مڪمل تباهيءَ جا ديوتا بنجي ويندا هئا. موئن جي دڙي واري تهذيب جي خاتمي ۽ عربن جي آمد جي دِرميان هن ملڪ ۾ چا

وهيو واپريو، تنهن جي ڪاٻه خبر ڪانہ ٿي پوي، ڇو تہ هندن اتهاس جي وديا کي ڪڏهن بہ فروغ ڪونہ ڏنو. هو تاريخ جي علم بدران هٿن وٺ فقط ڪي ڏند ڪٿائون رائج هيون، جن ۾ ڏهہ سرا ديو پنهنجن ويهن هٿن سان راڪشن، ديوتن کي نابود ڪندا ڏيکاريا ويندا هئا. بهر صورت اها ڳالهہ ظاهر آهي تہ فاتح آرين جي زبان سنسڪرت کان هار کائي سنڌي عوامي زبان طور ملڪ ۾ رائج رهي ۽ انهيءَ ڪسمپرسي جيٰ حالت ۾ بہ عوام جي بل بوتي تي وڌندي، سنسڪرت جا شبد جذب ڪندي زنده رهي اسان تائين پهتي. برهمڻ جن پنهنجو پاڻ کي علم جو ٺيڪيدار بڻائي پنهنجي ذات اتم ۽ قبيلي تائين محدود ڪري ڇڏيو هو، سي فقط سنسڪرت ۾ لکندا هئا ۽ پاڻ کان سواءِ ٻين سيني کي لکڻ ۽ پڙهائڻ جي فيض کان محروم رکي قانونن کي بہ ميساري ڇڏيائون، نتيجو اهو نڪتو جو سنسڪرت سان گڏ مقامي ٻولين ۾ پڻ ساهت جي واڌاري جو امڪان ختم ٿي ويو.

عرب تاريخ نويس ۽ سياح ٻڌائين ٿا تہ عرب گورنرن جي راڄ ۾ ملڪي ماڻهو سنڌي ٻولي ڳالهائيندا هئا، جيئن تہ عربي سرڪاري زبان هئي، تنهن ڪريٰ سرڪاري لکپڙهہ عربي زبان ۾ ٿيندي هئي. پهريون سنڌي ڪتاب جنهن جو عربي تاريخن ۾ حوالو اچي ٿو سو قرآن مجيد جو سنڌي ترجمو آهي، جو عرب گورنر عبدالله بن عمر الهياريءَ جي حڪم تي هڪ سنڌ جي عالم "اتر سنڌ جيٖ راجا جي عرضداشت تي" لکيو هو. قرآن مجيد جو هيءُ ترجمو موجود نہ آهي پر خاطريءَ سان چئي سگهجي ٿو تہ اهو ديوناگريءَ ۾ لکيو ويو هوندو جا ان وقت سنڌي زبان طور ڪم ايندي هئي.

عرب جتي بہ ويا اتي علم کي فروغ ڏنائون، سندن ڏينهن ۾ سنڌ ۾ ٽي زبانون استعمال ۾ هيون. عربي سرڪاري لکپڙهہ ۽ ديني عالمن جي زبان هئي، جنهن کي ڪيترن علمي شوق رکندڙ مقامي ماڻهن حاصل ڪيو ۽ انهن مان ڪي عربيءَ جا شاعر ۽ حديث ۽ فقه جا عالم

تيا. اهڙن سنڌي شاعرن ۽ عالمن جا علمي ادبي نسخا عربي ادب ۽ دين جي ڪتابن ۾ ايجا تائين موجود آهن. سنڌي عوام جي زبان هئي ۽ سنسڪرت برهمڻ طبقي جي زبان هئي جيڪا اڄ تائين ان طبقي وٽ محدود آهي، برهمڻن جي انهيءَ هٺ هٺيءَ جي باوجود سنسڪرت جي علمي اهميت کي سنڌ جي عرب حڪمرانن همٿايو. سنسڪرت ۾ لکيل طب، جوتش، حساب ۽ ويدانتي علمن جي ڪتابن کي دمشق ۽ بغداد جي درٻارن ۾ عربيءَ جو جامو پهرايو ويو. پنج ستنتراجي نالي سنسڪرت جي ڪتاب کي عبدالله ابن المقفح نالي هڪ نو مسلم ايراني عالم عربيءَ ۾ ترجمو ڪيو، اهو ڪليله دمنه جي نالي سان عربي نثر جو پهريون ڪتاب آهي، جو هجري پهرين صديءَ ۾ عهد بنو اميه ۾ لکيو ويو هو. اهڙيءَ طرح سنسڪرت جي مشهور ڪتاب "سنڌنتا" جو عربيءَ ۾ ترجمو ڪيو ويو، عربي ۽ سنسڪرت سان گڏ سنڌي، جا عام ماڻهن جي زبان هئي، تنهن به ان زماني ۾ چڱي ترقي ڪئي. قرآن مجيد جي مٿي ذڪر ڪيل سنڌي ترجمي کان سواءِ ٻيا به ڪيترائي ڪتاب ديني علمن خواهه عوامي لوڪ ادب تي لکيا ويا هئا، پر اهي شمار ڪتاب ڪٿي آهن؟ عربي ۽ سنسڪرت جا سوين ڪتاب جيڪي سنڌ ۾ لکيا ويا هئا سي دمشق ۽ بغداد پهچي ترجمن جي صورت ۾ اڃا تائين موجود آهن يا انهن جا حوالا عربي ڪتابن ۾ موجود آهن. پر انهن عربي ۽ سنسڪرت جي تصنيفن خواهه سنڌيءَ ۾ لکيل ڪتابن جو سنڌ ۾ ڪوبه پتو ڪونه آهي سو ڇو؟ "ڪتاب السند والهند" انهن سينڪڙن عالمن، فاضلن، محدثن، فقيهن، شاعرن ۽ اميرن جا نالا ڏئي ٿو جي عربي دور ۾ سنڌ ۾ رهندا هئا، يا سنڌ کان ٻاهر بغداد، بصري، ڪوفي، حلب، دمشق ۽ ٻين اسلامي شهرن ۾ وڃي چمڪيا هئا. ديبل، منصوره، اروڙ ۽ ملتان وغيره ۾ هنن عالمن جا لکيل ڪتاب جن جا نالا عربي ڪتابن ۾ اڃن ٿا، سي نيٺ ڪيڏانهن ويا؟ اها ڪهڙي آفت هئي، جنهن علم جي هيڏن خزانن سان گڏ سنڌي تهذيب کي به گهٽي عرصي

لاءِ لوڏي ڇڏيو؟ جيئن اڳتي ٻڌايو ويو آهي تہ عرب جيڏانهن ويا اوڏانهن علم جا چراغ روشن ڪندا ويا، اها ڳالهہ ناشدني آهي جو بخارا، تاشقند، غزني، نيشاپور، طوس، ڪوفو، بصره، بغداد، دمشق، حلب، قاهره، اسڪندريہ، قيروان، قرطبہ، غرناطہ ۽ چاليرمو (سلي) وغيره تہ علم سان روشن هئا، باقي سنڌ ۾ اچي عربن جو ڏيو گل ٿي ويو هجي، ائين جيڪڏهن نہ آهي تہ پوءِ سنڌ ۾ عربن جي ڏينهن وارو ديسي ۽ عربي علم ۽ سنڌ جو انهن ڏينهن وارو تمدن ڪيڏانهن غارت ٿي ويو جو انهن جو ڪوبہ پير پتو ڪونہ ٿو پوي.

هاڻي اچو تہ تاريخ جا ورق اٿلايون تہ اها هن بابت ڇا ٿي چوي، خوش قسمتيءَ سان سنڌ جي اتهاس جو هيءُ خوني ۽ خراب باب بہ عربي تاريخن ۾ تمام وضاحت سان بيان ٿيل آهي. هن سلسلي ۾ هي عرض ڪرڻ ضروري آهي تہ سن ٧١١ کان سن ١٢٥٦ع تائين سنڌ جو جيڪو احوال عربي تاريخن، تذڪرن ۽ سفرنامن ۾ ملي ٿو، تنهن جو عشر عشير بہ ڪنهن ٻي ٻوليءَ ۾ (سنسڪرت سميت) ملي ڪونہ سگهندو. سنڌ اسلامي دنيا جو هڪ اٽوٽ انگ جيئن هينئر آهي، تيئن اڳي بہ هئي، حق تہ ائين آهي جو سنڌ سنگم لسانيات هئي اصل کان مشرق وسطيٰ جو حصو رهي آهي ۽ هندستان سان سندس ناتو زبردست سياسي ۽ فوجي هڻ ڌڪ وارو رهيو آهي، عالم اسلام جي تاريخ کان اڪيوٽ ڪري سنڌ جي تاريخ لکڻ اهڙو محال امر آهي، جهڙوڪ نابين جو نقش نگار ڪيڻ.

سر زمين سنڌ جو خوني باب اڄ کان هڪ هزار سال اڳ لکيو ويو هو، جڏهن قرمطہ نالي هڪ گمراهہ مذهبي ۽ سياسي ٽولو پنهنجي آماجگاهہ بحرين، مسقط، ۽ عمان مان نڪري وڏن ڪٽڪن جي صورت ۾ سنڌ تي حملہ آور ٿيو، سنڌ جو ڏوهہ ؟ ها، سنڌ ڏوهاري هئي، جيئن هينئر آهي، ڇا جي ڪري جو اها مسلمان هئي، ڇا جي ڪري جو علمي ۽ ثقافتي عروج تي هئڻ ڪري ان جا رهواسي عياش ۽ ڪمزور هئا. ڇا

جي ڪري جو اها پنهنجي دارالخلافہ بغداد کان هزارين ميل پري هئي ۽ وقت تي ڪيس مدد پهچائڻ وارو ڪير ڪونہ هو. هو سرزمين عرب جي قديم مذهبن زردشتي صابي ۽ يهودي مت جا پوئلڳ هئا. جن مسلمانن کان وير پارڻ تي چاهيو. اهي ئي هئا جيڪي خانہ ڪعبہ تي ڪاهي، سيني حاجين کي ماري، حجر اسود کي کڻي بحرين ڏي کڻي ويا هئا. ۽ سندن غارت گريءَ جي ڪري حج جي رسم سڄا سارا ٢٥ سال معطل رهي. ابو سعيد جنابي تفير جي قيادت هيٺ قرمطين عيسوي ڏهين صديءَ ۾ بغداد ۾ حبشي غلامن جي غارت گري (فتنة الريح) کان سنت ئي پوءِ اسلامي دنيا ۾ باهہ ۽ خون جا ڏوڙيا لڳائي ڇڏيا. وڏن ۽ محفوظ شهرن کي ڇڏي قرمطين ننڍين ننڍين وستين جو خاتمو ڪري ڇڏيو ۽ هنن جي خوف کان قافلن وارو وڻج واپار ئي ختم ٿي ويو. جنهن ڪري سڄو ملڪ تلف تاراج ٿي ويو. پوءِ جڏهن عباسي فوجن ايرندي کان ۽ فاطمي فوجن الهندي کان هنن جو محاصرو تنگ ڪري عربستان ۾ هنن جي طاقت جو خاتمو آندو، تڏهن باقي بچيل قرمطين مڪران جوڪنارو وٺي سنڌ ڏانهن رخ ڪيو جو ان وقت خلافت جوڏورانهون علائقو هو. ڏکڻ اوپر عربستان ۾ مسلمانن هٿان شڪست کائڻ ڪري هنن کي مسلمانن تي تمام گهٽي ڪاوڙ هئي، تنهن ڪري عربستان جي شڪست جو بدلو هنن سنڌ جي مسلمانن کان ورتو، جي مڪمل طرح سان عربن جي تهذيب کان متاثر هئا. سنڌ جي عرب فوجن کي شڪست ڏيڻ کان پوءِ هنن وحشين سنڌ جي مسلمانن جو قتل عام ڪيو. مسجدون ڍاتئون، وستين کي باهيون ڏيئي منصوره، اروڙ ۽ ملتان جي قلعن کي ڍاهي پٽ ڪري ڇڏيائون. سنڌ جي تباهي هنن قرمطي ڪتڪن هٿان اهڙي مڪمل طور تباهہ ٿي جو ان جي اڳيان بغداد جي تباهي تاتارين جي هٿان هيچ نظر اچڻ لڳي، جا ٿي سؤ سال پوءِ سن ١٢٥٦ع ۾ ٿي.

تاريخ اسلام جي هن اندوهناڪ واقعي کان پوءِ ديبل جي عظيم الشان ۽ آفاقي شهر جو نالو مٽائي ڀنڀور رکيو ويو. جنهن جي معنيٰ آهي

”پڇي پورا ٿيل“ اهڙي طرح اڄ کان نيڪ هڪ هزار سال اڳ سنڌ جي سماجهڙي ۽ سوپياوان سپيتا جو خاتمو هنن خونخوار درندن جي هٿان ٿيو ۽ انهيءَ دؤر جي سنڌي ادب جي تاريخ تاريڪين ۾ پڌل آهي.

قرمطين جي انهيءَ تباهه ڪاريءَ جا اثرات، سنڌ ۾ سومرن جي حڪومت (٩٥٠ - ١٣٥٠ع تائين) جي آخري ڏينهن تائين معلوم ٿين ٿا. سومرن گهٽ وڌ چار سؤ سال سنڌ تي حڪومت ڪئي ۽ پڪا سنڌي هئا، پر ڪين مڪمل طرح هڪ تباهه حال برباد ملڪ مليو هو، ٻيو ته خاص طرح جنگجو انسان هئا. تنهن ڪري ملڪي تعمير سندن وس ۽ وت کان ٻاهر هئي.

هنن جي حڪومتي دؤر جو گهڻو عرصو خانه جنگين ۾گذريو جن مان ٻن ڀائرن دودوي ۽ چنيسر جون تخت لاءِ جنگيون مشهور آهن، باوجود نيڪ خواهشن جي هو ملڪ لاءِ گهڻو ڪجهه ڪري نه سگهيا. هنن جي ڏينهن جو جيڪو سنڌي ادب اسان تائين پهتو آهي، سو ڪن ٿورن منظوم رومانوي داستانن تي محدود آهي، جن ۾ مومل جي حسن و جمال، مارئيءَ جي ست ۽ سيل ۽ وطن لاءِ سڪ ۽ اڪير ۽ دودي سومري جي آفاقي شجاعت ۽ قومي غيرت جو جذبو سمايل آهي. اهي سڀ منظوم رومانوي قصا پيٽ ۽ پيان اچا تائين سنڌ ۾ ڳائيندا آهن ۽ جيئن ته اهي عام سنڌيءَ جي اعليٰ جذبات جي ترجماني ڪندا آهن، تنهن ڪري انهن کي وڏي شوق سان ٻڌو ۽ همٿايو.

محترم ڊاڪٽر غلام علي الانا صاحب ڀيريون اسماعيلي عالم آهي جنهن ٿورا گنان پنهنجن ادبي شهپارن ۾ شايع ڪيا آهن، جن مان ان زماني جي سنڌي ٻوليءَ جي نوعيت جي خبر پوي ٿي، هي گنان اڄا تائين هڪ خاص لپي ۾ لکيا ويندا آهن، جنهن کي خوجڪي لپي چئجي ٿو جيڪا گرمکي لپيءَ جي بگڙيل صورت آهي.

سومرا پنهنجن جنگجويانه خصلتن جي ڪري وڙهندي وڙهندي ميدان سياست مان غائب ٿي ويا. سومرن کان پوءِ سمن ملڪ جي واڳ

سنيالي، سمن سنڌ تي ڪل هڪ سؤ سال حڪومت ڪئي. هنن سمانگر تي پنهنجو دارالخلافه بنايو، جنهن ڪي هاٽي نٽو چئجي ٿو. عموما روشن دماغ هئا. هنن جي ڏينهن ۾ سنڌ صحيح نموني ۾ دارالاسلام ٿي وئي. ملڪ ۾ سوين مدرسا کوليا ويا جن ۾ ديني عالم نندن وڏن کي تعليم ڏيندا هئا، شرعي قاعدن تي سختي سان عمل ڪرايو ويندو هو ۽ دين اسلام حضرت غوث بهاؤ الحق ملتاني ۽ ٻين ولين ۽ عالمن جي تبليغي ڪوشش سان، سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ پکڙجي ويو. سما حڪمرانن عربي کي پنهنجي سرڪاري زبان بنايو پر عام ماڻهو سنڌي ڳالهائيندا ۽ لکندا هئا، سمن علمن ۽ فنن کي خوب همٿايو.

سنڌي ادب، جيڪو سومرن جي زماني ۾ ڪجهه ڪومايل ۽ مرجهايل هو، تنهن سمن جي زماني ۾ ٽڪڙيون وکون وڌايون، هن زماني ۾ شيخ حماد، پير مراد شيرازي، اسحاق آهنگر، راڄو سيتو دل نوح هوٽياڻي، چوهڙ شاهه ۽ ٻيا شخص پيدا ٿيا، جي نه فقط بلند پائي جا اديب ۽ شاعر هئا پر مقتدر ديني رهنما پڻ هئا، جن پنهنجون زندگيون عوام جي روحاني ۽ اخلاقي ڀلي لاءِ وقف ڪري ڇڏيون هيون. سمن جي زماني ۾ تصوف جون پاڙون عوام ۾ پختيون ٿيون، جنهن ڪري روحاني ۽ اخلاقي طرح سان هنن جو معيار بلند ٿي ويو. ڏوهيڙو جنهن جو بنياد سومرن جي ڏينهن ۾ پئجي چڪو هو، تنهن سمن جي ڏينهن ۾ وڌيڪ فروغ حاصل ڪيو. ڏوهيڙا جيڪڏهن اميرن ۽ سردارن جي ڪچهرين ۾ ڳائبا هئا ته عام ماڻهو به پنهنجي علمي مشغلي کان محروم ڪونه هئا، عوام جي اخلاقي ۽ روحاني بهتري لاءِ مدح، مولود ۽ مناجات جو رواج پيو جي مسجدن ۽ بزرگن جي درگاهن تي سماع طور ڳايا ويندا هئا. ڪافي ۽ راڳ جو رواج عام هو، عالم پنهنجون فتوائون تحريرون ۽ تصنيفون عربيءَ ۾ لکندا هئا جا مدرسن ۾ نصاب طور پڙهايون وينديون هيون. سمن جي دور حڪومت جو هڪ نهايت قيمتي ادبي شهپارو اسان تائين پهتو آهي، سو ساموئي جا بيت آهن، هن

۾ ستن درويشن سنڌ جي آئيندي بابت پنهنجون پيشنگويون ڏنيون آهن. قاضي قاضن سيوهڻ جو مشهورعالم ۽ اهل الله ٿي گذريو آهي، هن صاحب سمن جي آخري دور ۾ پنهنجي فيض جي پالوٽ ڪئي.

ڄام فيروز ۽ ڄام صلاح الدين جي وچ ۾ گادي تان جيڪا خانہ جنگي ٿي، تنهنجو فائدو وٺي ميرزا شاهہ بيگ ارغون جنهن کي ميرزا جابر بن عمر شيخ ميرزا چغتائي مغل قنڌار مان ڏکاري ڪڍيو هو سو ارغونن جو وڏو ڪٽڪ وٺي سنڌ تي ڪاهي آيو ۽ هڪ وڏي خوني لڙائي کان پوءِ (جنهن ۾ بي انت جاني، علمي ۽ ثقافتي نقصان ٿيو)، سنڌ تي قبضو ڪيائين. پر ارغونن کان پوءِ ترخان آيا جن کان سن ١٥٩٢ ع ۾ دهلي جي چغتائي مغلن، اڪبر اعظم جي دؤر حڪومت ۾ سنڌ ملڪ جون واڳون ورتيون. دهليءَ جي چغتائي مغل بادشاهن جي اثرائتي حڪومت سن ١٧٠٧ع يعني عالمگير جي وفات تائين هلي، جنهن کان پوءِ ڪلهوڙن جي مقامي قبيلي ملڪ جو انتظام سنڀاليو، سن ١٧٠٧ع کان سن ١٧٥٥ تائين ڪلهوڙا دهلي جي مغل بادشاهن يا ايران ۽ افغانستان جي بادشاهن جي طرفان صوبيدارن جي حيثيت سان حڪومت ڪندا هئا، تنهن کان پوءِ سنڌن حڪومت جي خاتمي يعني سن ١٨٨٣ع تائين ٽالپرن خود مختيار بادشاهن جي حيثيت سان سنڌ تي حڪومت ڪئي.

مغلن جي دور حڪومت ۾ حڪومت ۽ مدرسي ۾ سنڌي ۽ عربيءَ جي جاءِ فارسي زبان والاري، هن زماني ۾ ۽ آن کان پوءِ بہ ڪافي عرصو فارسي زبان سنڌ ۾ انتظامي ۽ علمي ۽ ثقافتي معاملن ۾ ڪم ايندي رهي، مقامي ماڻهن ۽ وچ ايشيا ۽ ايران کان آيل نووارد سوين ڪتاب فارسيءَ ۾ لکيا. ڪي ارغون ۽ ترخان بادشاهہ ۽ دهليءَ جي بادشاهن جا صوبيدار خود فارسيءَ جا شاعر ۽ عالم هئا، تنهن ڪري فارسي ادبيات سنڌ ۾ چڱو فروغ پاتو. فارسي جي ايتري عالمگير همت افزائي جي باوجود سنڌي زبان جي ترقي بنهہ روڪجي ڪانہ ويئي.

سنڌي زبان جون پاڙون عوام جي جذبات جي اونهاين ۾ هيون، جنهن ڪري ان جو وهڪرو روڪجڻ وارو ڪونه هو. اگرچه فارسي زبان جي تحصيل لاءِ مدرسا ۽ ڪاليج برپا ڪيل هئا ۽ سنڌي لاءِ سڪٽو مڪتب به ڪوليل ڪونه هو، ان هوندي به عوامي حلقن ۾ سنڌي کي ڪافي مقبوليت حاصل هئي، سنڌي جا مدح، نعت، مولود، مناجات، وعظ ۽ خطبي جي زبان هئي سا عام ماڻهن ڪان، جي گهٽي قدر ديندار هئا، ڪيئن پري ٿي سگهي ٿي ۽ مسجدن، خانقاهن ۽ بزرگن جي درگاهن تي، وعظ، مولود، مناجات سنڌي ۾ چيا ويندا هئا. اهڙي طرح عوامي ڪچهرين ۾ ڏوهيڙا، ڪافيون ۽ وايون به سنڌيءَ ۾ ڳايون وينديون هيون. ان دور جو مشهور شاعر شاهه عبدالڪريم بلڙيءَ وارو هو. ان ڪان سواءِ پير محمد لکوي، لطف الله قادري، عثمان احساني ۽ ٻيا سوين شاعر ان دور ۾ ٿي گذريا آهن، جن مان ڪن جا ڪلام اسان تائين پهتا آهن.

مغلن ڪان پوءِ ڪلهوڙا آيا، جي مڪمل طرح سان مقامي هئا، اگرچه پسگردائي وارين مغل، ايراني ۽ دراني حڪومتن جي اثر ڪري دربار ۽ حڪومتي انتظام جي زبان فارسي هئي، تنهن هوندي به سنڌي ادب جو ڪافي واڌارو ٿيو، عوامي ڪچهرين، ميلن ملاڪڙن، مسجدن ۽ خانقاهن ۾ سنڌي عام استعمال جي ڪري مڪتبن ۽ مدرسن ۾ پڻ نصاب طور پڙهائجڻ لڳي. سنڌي ٻوليءَ جو سمورو پراڻو معياري ادب انهي زماني جي پيدائش آهي، تنهن ڪري ان دؤر کي صحيح طور تي سنڌي ادبيات جو سونهري دؤر چئي سگهجي ٿو. ڪلهوڙا دؤر ۾ سنڌ، شاهه عبداللطيف ڀٽائي، شاهه عنايت رضوي، ميون عيسيٰ، مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي، روحل فقير، محمد بقا شاهه راشدي، صاحبڏنو فاروقي وغيره جهڙا عمده شاعرپيدا ڪيا دستوري ڏوهيڙن بيتن، واين ۽ ڪافين ڪانسواءِ شعر جا نوان قسم جهڙوڪ مناقبا، مناجاتون ۽ مناظرا وجود ۾ آيا، مخدوم عبدالروف ڀٽي، ميان محمد سرفراز ڪلهوڙو ۽

محمد جمن چارڻ پنهنجون مداحون ٺاهيون، جن کي سنڌ جا مولودي وڏي چاهہ سان مسجدن ۽ خانقاهن ۾ پڙهندا آهن. ڪلهوڙن جي زماني ۾ سنڌي ٻولي ۾ ڦهريون پيرو عربي حروفن جي قاعدن تي وزندار شعر نهيو. ميرزا تقي، حافظ عالي ۽ نواز محمد سهتو هن صنف تي سنڌ جا اوائلي شاعر آهن. مخدوم ابوالحسن ٺٽوي سنڌي ٻوليءَ لاءِ عربيءَ جي نموني تي هڪ صورتخطي ٺاهي، جنهن ڪري سنڌيءَ جي مخصوص آوازن لاءِ عربي حرفن تي نشانيون ڏنل هيون، هن صورتخطيءَ جي ايجاد ڪري سوين ديني مسئلا، نماز ۽ روزي جا احڪام، عقائد، قصص وغيره سنڌي ۾ لکجڻ لڳا. جنهن ڪري عام ماڻهو گهٽي قدر ملن مولاڻن جي ڪاڻ ڪيڻ کان آجا ٿي پيا. مقدمة الصلواة، زادالفقير، فرائض الاسلام، ڪنزالعبرت، قمرالمنير، غزوات ۽ ٻيا سوين ڪتاب ابوالحسن جي سنڌي ۾ ڇپيا. هن دور ۾ گهڻن ڪتابن جا ليکڪ ٿي گذريا آهن هن زماني ۾ قافيہ دار (مسجع) سنڌي ڪتاب بہ لکجڻ ۾ آيا ۽ ڪي ڪتاب وري سڌو سنئون عربي نموني ۾ لکيا ويا. جن ۾ قافيہ وزن بحر ڪجهہ بہ ڪونہ هو. ٺٽي جي قاضي عبدالحڪيم ان زماني ۾ "دعائي ڪيميائي سعادت" سليس سنڌيءَ ۾ لکي جا اڄا تائين موجود آهي.

ڪلهوڙا دور جو اڄ کان اٽڪل بہ سؤ سال اڳ پورو ٿيو، سو صحيح نموني ۾ سنڌ جي موجوده علمي، ادبي، ديني ۽ سو في صد عوامي خواندگيءَ جو پيش خيمو آهي. انگريزن جي زماني ۾ سنڌي مسلمانن جي عام ناخواندگيءَ جو مکيہ سبب اهو هو جو انگريزن سنڌن تعليمي سرشتي ۾ دين کي بنهہ خارج ڪري ڇڏيو هو. هوڏانهن ڪلهوڙن جي ڏينهن ۾ مڪتبن ۽ مدرسن ۾ نصاب جو غالب حصو دين سان وابستہ هو ۽ ديني علم جي خاطر سمورا مسلمان مڪتبن ۽ مدرسن ۾ پنهنجا ٻار موڪلي ڏيندا هئا، جتان اهي دين ۽ دنيا جا علم حاصل ڪندا هئا. ملڪي تعليم مان جڏهن دين جو نصابي حصو خارج

ڪيو ويو تڏهن مسلمان ڪيتري عرصي تائين جديد تعليم کان محروم رهجي ويا. ڪلهوڙن جي زماني ۾ سنڌ جي جيڪا علمي ۽ ثقافتي ترقي ٿي، تنهن کي وڏي غارتگر مدد خان پٺاڻ، چند مهينن ۾ ڦتائي ناس ڪري ڇڏيو. هڪڙي تخت جي دعويدار کي سندس هٿي پاءُ جي خلاف مدد ڏيڻ جي بهاني خونخوار مدد خان پنهنجي بکين ۽ رهزن افغان سپاهين جي لوڀ جي باهه وسائڻ لاءِ سنڌ جي بيڪس ۽ غيرمحفوظ عوام کي ظلم ۽ ستم جو نشانو بنايو ۽ ٿورن مهينن اندر سڄي سنڌ تلف وتاراج ٿي وئي ۽ مدد خان غارتگر جي هاڃيڪاريءَ جي ڪري سنڌ جي مٿان جيڪا علمي، ادبي ۽ ثقافتي تباهي آئي، ان جي پورائي اڄ ڏينهن تائين ڪونه ٿي سگهي آهي.

سنڌ جي ٽالپر اميرن جو اقتدار مدد خان پٺاڻ جي غارتگريءَ جو سڌو سنئون نتيجو هو. جيئن ته ڪلهوڙا سنڌي عوام جي عزت، جان ۽ مال کي پٺاڻ غارتگرن کان بچائڻ ۾ ناڪام ويا، ته هنن جرئتمند ٽالپر خاندان ڏانهن پنهنجي بچاءُ لاءِ نهاريو ۽ ٽالپرن به پنهنجي قيمتي خون جي قرباني ڏيئي سنڌ جي آن ۽ جان جو بچاءُ ڪيو. حڪومت ۾ اچڻ شرط ٽالپر اميرن مدد خان پٺاڻ کي ڀڄائي ڪڍيو. سنڌ جا جيڪي علائقا ڪلهوڙا حاڪمن افغان بادشاهن قلات جي خان، بهاولپور جي امير ۽ جوڌپور جي راجا کي مختلف سببن جي ڪري ڏنا هئا سي مڙني کان تلوار جي زور تي واپس وٺي دوباره سنڌ سان ملايائون، جنهن ڪري سنڌ جو موجوده نقشو جڙي راس ٿيو. ٽالپر اميرن جي حفاظتي ڇٽيءَ هيٺ سنڌ جا ماٺهو پيهر علم ۽ تهذيب جي خزانن ميڙڻ ۾ جنبي ويا. مڪتب ۽ مدرسا هڪ ڀيرو وري طالبن جي تنوارن سان گونجڻ لڳا ۽ سنڌي ثقافت نيٺ راهن ۾ پنهنجي عظمت ڳولڻ لڳي، پر جيئن ته هڪ اجڙيل وستيءَ کي پيهر آباد ڪرڻ ۾ تمام گهڻو وقت لڳي ٿو تنهن ڪري ڪلهوڙا دور واري اڳوڻي اوج تي واپس پهچڻ لاءِ سنڌ کي گهٽ ۾ گهٽ پڻ سون سالن جي مڪمل امن امان جي ضرورت هئي، پر

ائين ڪونہ ٿيو. سنڌي سپاجهڙا اچا پنهنجي عظمت کي ٻيهر حاصل ڪرڻ لاءِ سانباها ڪري رهيا هئا تہ دنيا جي الهندي وارن پيٽن مان هڪ درندہ صفت بکي ۽ مڪار قوم جنهن کي انگريز چئجي ٿو، اچي سنڌ تي ڪڙڪي.

اهڙي حرفت بازيءَ جي حيرت انگيز شاهڪار ۽ سياسي فريب جو نظير بين الاقوامي تعلقات ۾ ملڻ مشڪل آهي، جنهن جي وسيلي سرچارلس نيپئر ميرن کان سنڌ کسي ورتي، ٽالپر بهترين سولجر تہ هئا پر سياسي ترڪتائين کان قطعي اڻ واقف هئا. هنن دوستي ۽ نيڪ نيتيءَ جي نانءُ تي سڀ ڪجهہ هارائي ڇڏيو ۽ سنڌ کي ٻيهر سورن ۾ مبتلا ڪري ڇڏيو.

جيئن تہ اڳ ۾ ٻڌايو ويو آهي تہ علمي ۽ ادبي سرگرميون جي ڪلهوڙا دور جي آخري ايام ۾ ڪتجي ويون هيون سي ٻيهر ٽالپر دور ۾ شروع ٿي ويون، آس پاس وارن ملڪن جي اثر ڪري درباري ۽ انتظامي ٻولي وري بہ فارسي ٿي رهي. (جنهن حڪمران گهراڻي سميت سنڌ جا وڏا شاعر، اديب ۽ عالم پيدا ڪيا) پر مڪتبن ۽ مدرسن جي ابتدائي ٻولي اهائي سنڌي رهي، جنهن کي علم عروض جي رواج پذير ٿيڻ ڪري هن دور ۾ حيرت انگيز وسعت، لچڪ ۽ رواني حاصل ٿي. سچل سرمست، ثابت علي شاهہ، ميرزا مراد علي بيگ، ميرزا فتح علي بيگ فتح ۽ خليفو ڪرم الله هن عظيم تبديلي جا علمبردار هئا. پوءِ پيا بہ ڪوڙ اديب ۽ عالم ميدان تي نڪري آيا. سنڌي ٻولي ٻهريون پيرو پنهنجي ادبي ۽ شاعرانہ اظهار جي استعداد ۽ وسعت کان آشنا ٿي، علم عروض جي استعمال ڪري سنڌي زبان کي لفظن، اصطلاحن ۽ شاعري جي موضوعن جو هڪ وڏو ذخيرو هٿ آيو. جيڪو هن کان اڳي عربي ۽ فارسيءَ جي ڄاڻن ۽ لکندڙن تائين محدود هو. گويا بلبلان فارس ۽ سخنوران عرب بنا ڪنهن بخل ۽ رک رڪاءُ جي پنهنجي شاعري ۽ ادب جا خزانا پنهنجن سنڌي شائقين لاءِ کولي ڇڏيا. هڪ املهہ موتين جي

ڪاڻ ۽ ماڻڪن جي مخزن سنڌين کي هٿ آئي. موجوده دور جي سنڌي اديبن جو هڪ ٽولو انهيءَ عظيم انقلاب ۽ انڪشاف کي ڪٽي گهٽ نظرن سان ڏسي پر حقيقت ۾ عربي ۽ فارسي جي لفظن، اصطلاحن ۽ شاعريءَ جي موضوعن، سنڌي ادب جي ڪايا پلٽي ڇڏي. شاعريءَ کان پوءِ ٻيو نمبر وڏو اثر علم انشاء ۽ مضمون نگاري تي پيو، جنهن ادب جي صنفن، قصه نويسي سميت اڳتي هلي، انگريزن جي دور حڪومت ۾ گل ۽ شاخون ڪڍيون، پنهنجن اصلوڪي شعري طريقن، جهڙوڪ : ڏوهيڙو، ڪافي، وائي، بيت، مدح، مناجات وغيره کي ڇڏي ڏيڻ يا نظر انداز ڪرڻ کان سواءِ سنڌي شاعرن، فارسي ۾ اظهار تي لبڪشائي ڪئي ۽ غزل ۽ مرثيه سان گڏ شعر جي ٻين صنفن جهڙوڪ رباعي، مخمس، مسدس، مثنوي، منقبت وغيره تي طبع آزمائي ڪرڻ لڳا. هن دور ۾ حفيظ تيوڻي پنهنجو مومل راڻو ۽ خليفي عبدالله ليليٰ مجنون پنهنجي ڊگهن ڏوهيڙن ۾ لکيا. سوامي چئنراءِ لنڊ شڪارپوري ۽ دلپت صوفي سيوهاڻي سنڌي شاعري ۾ ويدانتي عنصر آندو ۽ سنڌيءَ کي سنسڪرت ۽ هنديءَ جي وٽندڙ لفظن سان مالامال ڪيو. ٽالپري دور ۾ نظم سان گڏ نثر ۾ به ڪيترائي ڪتاب لکيا ويا.

سن ١٨٤٥ع ڌاري سنڌي ادب جو جيڪو ذخيرو سر رچرڊ برٽن کي دستياب ٿيو، تنهن جو ذڪر ڪندي هو لکي ٿو ته سنڌي ادب لاءِ بغير تردد جي چئي سگهجي ٿو ته جنهن وقت اسان هندستان ورتو ان وقت ڪنهن به ٻولي کي پنهنجو اصلوڪو ادب ايترو ڪونه هو، جيترو سنڌي ٻولي کي هو. سنڌي ادب جو گهڻو حصو ترجمن تي مشتمل آهي، جي عربيءَ جي مذهبي ڪتابن تان ڪيا ويا آهن. نثر ۾ به اسين مسلمانن جي ذري گهٽ سڀني علمن جا ترجما ڏسون ٿا جي عربي ۽ فارسي تان ڪيا ويا آهن. علم انشاءَ يا خط نويسي تي خصوصا سنڌين گهڻو ڌيان ڏنو آهي. ان کان سواءِ طب ۽ ٻين علمن تي سنڌي ۾ ڪتاب ملن ٿا، جيتري قدر شعري ادب جوتعلق آهي، سنڌي مرهٽي،

هندي، برج ڀاشا ۽ سندس ٻين ڀاڙيسري زبانن کان زياده شاهوڪار آهي. سنڌيءَ کي شاعرانہ اظهار جي لاءِ پنهنجا مخصوص نمونا ۽ طريقا آهن.

سنڌيءَ جو شعري ذخيرو حسن ۽ لطافت کان خالي ڪونہ آهي، اظهار کي گونا گوني ۾ تنوع سان گڏ سنڌي شعر ۾ جيڪا اختصار ۽ تازگيءَ جي خصلت آهي،تنهن ان کي سڀني ڀاڙيسري زبانن کان ممتاز ۽ منفرد ڪري ڇڏيو آهي.

انگريزن ناپسنديده نموني ۾ سنڌ کي ڳڙڪايو ان کي هڪ پاسي رکي اسين جيڪڏهن بي ريائيءَ سان جاچينداسين تہ ڏسبو تہ سندن دؤر ۾ سنڌي زبان ۽ ادب جي همہ گير ترقي ٿي. هن سلسلي ۾ انگريزي حڪومت جا فيصلا بہ قابل ذڪر آهن، جن مان ڪي هن ريت آهن:

(١) فارسيءَ جي جاءِ تي عدالتي ۽ انتظامي معاملن لاءِ سنڌي ٻولي کي لازمي قرار ڏنو ويو، جا هتي جي رهاڪن جي پنهنجي زبان هئي.

(٢) سنڌي ٻوليءَ جي لاءِ هڪ مڪمل ۽ جامع لپي يا صورت خطيءَ ۾ رواج آندائون جامخدوم ابوالحسن جي ايجاد ڪيل لپيءَ کان وڌيڪ جامع مفيد ۽ موزون هئي.

مٿين ٻن انتظامي قدمن کان سواءِ انگريزن هڪ ٻيون ڪم اهو ڪيو جو سنڌي ٻوليءَ کي اسڪولن ۾ ذريعہ تعليم قرار ڏنائون، ڪتابن جي اشاعت جون سهولتون، جي انگريزن جي دورِ ۾ وڏي پيماني تي ميسر ٿيون، تن جي ڪري بہ سنڌي ادب جي واڌاري کي وڏي هٿي ملي.

ان کان سواءِ هيٺين ٽن سببن جيڪري بہ انگريزي دور، سنڌي ٻولي ۽ ادب ۾ بي پناهہ واڌاري جي ڪري تاريخ ۾ قدر ۽ منزلت واري جاءِ والاري ٿو:

(١) ڇاپخانن ۾ سنڌي درسي ۽ غير درسي ڪتابن جي وڏي انداز ۾ ڇپائي.

(٢) سنڌي اخبارن، رسالن ۽ تمثيلن (ڊراما) جي اشاعت.

(٣) ڪراچي، حيدرآباد، سکر، شڪارپور، لاڙڪاڻو ۽ سنڌ جي ٻين وڏن شهرن ۾ سنڌي اشاعت گهرن جو برپا ٿيڻ.

متي ڏيڪاريل سيني سببن ۽ مفت ابتدائي تعليم جي ڪري جا انگريزن ملڪ ۾ رائج ڪئي، سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪتابن جي اشاعت حيرت انگيز حد تائين وڌي وئي.

ان زماني ۾ سنڌي درسي ڪتابن جي اشاعت هزارن بلڪ لکن ۾ ٿيڻ لڳي. ان ڪانسواءِ سنڌي ٻولي ۾ ادب جون ٻيون صنفون رواج پذير ٿيون، جي گهڻو ڪري عربي، فارسي ۽ انگريزيءَ تان ترجمن جي صورت ۾ هيون، جهڙوڪ ڊراما، افسانو، مضمون وغيره. شعر و شاعري جي دائري ۾ بہ ڪيترا نوان منظوم اظهار جا طور طريقا رواج ۾ آيا. مرزا قليچ بيگ، ميرزا قربان علي بيگ قربان، سيد ميران محمد شاه، مولوي هدايت الله مشتاق، ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽو، حڪيم فتح محمد سيوهاڻي، مولوي دين محمد وفائي ۽ ٻيا انيڪ هن دور جا مشهور نثر نويس ٿي گذريا آهن.

شاعرن ۾ ميرزا قاسم علي بيگ، مير حسن علي خان، مير عبدالحسين خان سانگي، ميرزا قربان علي بيگ، ميرزا امام علي بيگ، غلام محمد گدا، فاضل، قاسم، گل، بلبل، حامد،مير علي نواز خان، حافظ حيات، واصف، مخلص، ميرزا علي محمد بيگ مظفر، غلام احمد نظامي، حاجي محمود خادم، نواز علي نياز، دين محمد اديب وغيره انگريزي ۾ برک شاعر ٿي گذريا آهن.

نثري نظم جي متي ذڪر ڪيل جليل القدر هستين ڪانسواءِ سوين اهڙا بہ ليکڪ ۽ شاعر انگريزي دور ۾ ٿي گذريا جن اخبارن ۽ رسالن ۾ پنهنجا ادبي شهپارا شايع ڪرائي، سنڌي ادب جي خدمت ڪئي آهي.

سنڌي زبان ۽ ادب اڃا ترقيءَ جي شاهراه تي وکون وڌائي ئي رهيا هئا تہ مملڪت خداداد پاڪستان دنيا جي نقشي تي نمودار ٿي.

سن 1947ع کان سنڌي زبان ترقي جي نين منزلن ۾ داخل ٿي. ان جو ادب ٻين ٻولين مان ترجمو ڪيل شهپارن ۾ سنڌي شاعرن ۽ نثر

نويسن جي اصلوڪين تحريرن سان مالا مال ٿي رهيو آهي. ڪنهن وقت هندو ڇاپيندڙن ۽ ليکڪن جي لڏ پلاڻ جي ڪري اهو انديشو ڪيو ويو تہ سنڌي زبان ۽ ادب اڳهو پوين پساهن ۾ آهن. پر قدرت کي ڪا چڱي ڳالهہ منظور هئي. هندو ناشرن جي لڏ پلاڻ کان پوءِ سنڌن ڇڏيل اشاعت گهرن کي نو وارد پراڻن سنڌين آر - ايچ احمد برادرس، يوسف برادرس، ڪانياواڙ اسٽورس ۽ ٻين سنڀالي ورتو ۽ انهن کي ايڏو وڏاپائون جو ڪوبہ ڪتاب سنڌي ۾ تحرير ٿي مس آيو تہ ان جي اشاعت جو ڪنهن نہ ڪنهن ناشر جي طرفان بندوبست ٿي ويندو هو. مٿي ڄڻايل ناشرن کان سواءِ، ڪيئن ٻيا اشاعت گهر، جهڙوڪ سنڌي ادبي سنگت، بزم طالب المولي، سياسي پبليڪيشن، آواز ادب، سهٽي پبليڪيشن، برسات، تحريڪ، اڳتي قدم، رهبر آئينو وغيره وجود ۾ آيا،جن نون سيڪڙات اديبن جي رهنمائي ۽ همت افزائي ڪئي. اهڙي طرح سان هاڻي مختصر افسانن، ڊرامن لاءِ موزون ۽ غير موزون نظمن جو خاصو ذخيرو گڏ ٿي ويو آهي. سنڌ جي گهڻو ڪري هرڪنهن وڏي شهر ۾ ادبي انجمون قائم آهن، جن جي گڏجاڻين ۾ نوان افسانا، شاعري ۽ ٻيا جواهر پارا پيش ڪيا ويندا آهن ۽ انهن تي حاضرين جي طرفان ٽيڪاٽپٽي ۽ تنقيد وغيره بہ ٿيندي آهي.

پاڪستان جي مرڪزي حڪومت ۽ سنڌ جي صوبائي حڪومت بہ پنهنجي ليکي سنڌي زبان ۽ ادب جي واڌاري لاءِ ڪم ڪنديون رهن ٿيون، سنڌي ادبي بورڊ، جنهن کي سنڌ سرڪار سن ١٩٥١ع ۾ قائم ڪيو هو، تنهن هيستائين انيڪ سنڌي ڪتاب ڇپايا آهن ۽ اڃا تائين ڪتابن جي ڇپائيءَ جو پروگرام بورڊ جي رٿائن ۾ شامل آهي. ان کان سواءِ سنڌي زبان، ادب ۽ سنڌ متعلق ٻين مڙني موضوعن تي معلومات حاصل ڪرڻ ۽ کوجنا کي وڌائڻ لاءِ ڪيترائي ادارا قائم ڪيا ويا آهن، جيڪي سنڌي ٻولي ۽ ادب لاءِ ڪم ڪري رهيا آهن. انهن ۾ سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو پڻ سرفهرست آهي.

# ٻارڙو ۽ سنڌي ٻولي

منگريو محمد پريل بيدار

(١) ٻارڙي تي جيڪو خوف ڇانيل هوندو آهي ان تاثر کي دور ڪرڻ لاءِ نئين داخل ٿيندڙ ٻار تي استاد کي خاص توجهه ڏيڻ گهرجي، هو ٻارڙي سان پيار ۽ محبت سان ڳالهائي. هڪ ڪامياب استاد اهو تاثر قائم ڪري، جيئن شاگرد ڪيس پائنئين ۽ هو انهن کي پائني. ٻارڙا اهو خيال ڪن ته استاد کي هر طرح سندن عزت جو خيال آهي ته اهي استاد جي عزت ڪندا ۽ تعليم ۾ چاهه وٺندا.

(٢) نئين داخل ٿيل ٻار کي گهرو ماحول وانگر آزاد ڇڏجي ته اهو اسڪول جي دائري اندر شيون، ماڊل، چارٽ وغيره جاچي ڏسي. پهريان ٻه مهينا ڪن ته نون ٻارڙن لاءِ هڪ الڳ ڪلاس جو بندوبست ٿيل هجي، جيڪو تصويرن ۽سهڻن چارٽن وغيره سان سينگاريل هجي. ان ڪمري ۾ اهي تصويرون ۽ ماڊل وغيره هجن، جيڪي اڳتي هلي الف - ب ۽ لفظن سکڻ ۾ سندس معاون ثابت ٿين. نون ٻارن لاءِ نفسيات جو ڄاڻو ۽ تجربيڪار استاد مقرر ڪجي، جيڪو ٻارڙن جي پيڇا تي انهن جي مناسب رهنمائي ڪري سهگي.

نون داخل ٿيل ٻارڙن کي ٻئي يا ٽئين ڪلاس جي شاگردن سان نه ويهارجي، پر جيڪڏهن اهڙو بندوبست ڪن ٻهراڙي جي اسڪولن ۾ ڪرڻ ناممڪن آهي، ته پوءِ استاد کي نهايت خبرداريءَ سان پنهنجي تعليمي عمل کي جاري رکڻ گهرجي. ٻارڙن سان پيار، پنهنجائپ ۽ همدردي وارو ورتاءُ ڪرڻ جڳائي، جيئن نوان ٻار اوپرائپ يا خوف محسوس نه ڪن.

(٣) استاد نئين داخل ٿيل ٻارڙي کي ٻولي ڳالهائڻ لاءِ ڪافي

دلچسپ نمونا فراهم ڪري ڏئي، ان لاءِ لڳاتار ۽ مهينا ڪن ٻار کي آزاد ڇڏجي. اهڙيون شڪليون ۽ چارٽ ۽ ماڊل وغيره ڪيس ڪلاس ۾ مهيا ڪري ڏئي، جيڪي پڙهڻ ۽ لکڻ جي ڪم ۾ ٻار جي مدد ڪن.

اسان جو فرض آهي تہ ٻارن لاءِ اسڪول ۾ زباني ڪم جي استعمال جو جوڳو بندوبست ڪريون ۽ اهڙا طريقا اختيار ڪريون جيئن ٻارڙا وڌ کان وڌ زباني ڪم ۾ مشغول رهن. اسان جو تجربو آهي تہ هيئين درجن جا ٻار جيڪي آزاد نموني ڳالهائڻ،ويچار ڪرڻ ۽ راءِ ظاهر ڪرڻ تي هريل هوندا، تن جا مضمون ۽ ٻيون لکتون وڏن ٻارن جي لکتن ۽ مضمونن کان زياده فطري ۽ آزاد ۽ وزن دار هونديون. هن مان ثابت ٿيو تہ تقرير يا زباني ڪم تمام ضروري آهي.

(۴) زباني ڪم جا مختلف نمونا:

۱. گفتگو ۲. بيان ۳. راند ۴. آڪاٽيون

گفتگو: گفتگو جو هڪ خاص پيرڊ پهرئين ڪلاس ۾ هئڻ گهرجي، شاگردن کي هڪٻئي سان استاد يا ڪلاس جي ٻين شاگردن سان ڳالهائڻ جي تربيت ڏني وڃي، مختلف موضوعن ذريعي ٻارن کي بالڪل بي حجاب ۽ بي تڪلف نموني ڳالهائڻ لاءِ همٿائجي، حجاب ڪندڙ ٻارن تي هن پيرڊ ۾ خاص ڌيان ڏيڻ گهرجي. ڪڏهن ڪڏهن اهڙي پيرڊ ۾ ٻار پنهنجا رانديڪا پنهنجي هٿ جون ٺهيل شيون ۽ لڌل شيون کڻي اچن ۽ انهن متعلق کين ڳالهہ ٻولهہ ۽ سوال جواب ڪرايا وڃن.

بيان : بيان جي لياقت ٿوري توجہ ۽ سيکارڻ سان ٻارن ۾ پيدا ڪري سگهجي ٿي. اسڪول ۾ روزانو ڪيترا اهڙا موقعا اچن ٿا، جن جي حوالي سان شاگردن کي بيان ڪرڻ جي تربيت ڏيئي سگهجي ٿي. شاگردن کي بيان ڪرڻ وقت هيئين ڳالهين ڏانهن ڌيان ڏيارڻ گهرجي.

(الف) بيان درست ٻوليءَ ۾ صاف ۽ چٽو ڪيل هجي.

(ب) ٿورن لفظن ۾ موضوع مطابق ۽ اثرائتو هئڻ گهرجي،

جيڪو ٻڌندڙ تي اثر ڪري.

(ج ) اهو مختصر هجي، منجهس ضروري حقيقتون بيان ڪجن ۽ غير ضروري ڳالهين کان پاسو ڪجي.

(د) بيان ۾ مکيہ حقيقتون پهريائين ۽ ان بعد ٻيون ڳالهيون هجن.

(هہ) بيان عمر ۽ لياقت آهر هئڻ گهرجي، پهرئين درجي ۾ سوَلا موضوع ڏجن جيئن: ١. ننڍڪي مان پاڻي ڪيئن پرجي ٢. ڦيٿو ڪيئن ڦيرائجي ٣. اسان جي ڳوٺ ۾ ڇا ڇا آهي. ۴. باغ ۾ ڪهڙا وڻ ۽ ٻوٽا آهن وغيره.

راند : ٻارن کي راند ڪرڻ جو فطري شوق هوندو آهي، انهن راندين ۾ لِڪ لِڪوٽي، ٽڪو پڇڻ، ونجهہ وٽي وغيره کيڏائڻ.

ڳارائڻ: ڪائنن گهرو بيت، لوليون ۽ ڪتاب ۾ آيل بيت وغيره ياد ڪرائي ڳارائي سگهجن ٿا.

آکاڻيون: آکاڻين يا ڪهاڻين ۾ ننڍا وڏا دلچسپي وٺن ٿا. آکاڻيون ٻڌائڻ ۽ ٻڌڻ انسان جي وڻندڙ وندر آهي، زباني آکاڻي ٻوليءَ جي سکڻ جو هڪ ڪارگر ۽ اثرائتو طريقو آهي، آکاڻين ٻڌائڻ لاءِ هيٺيان طريقا ٻوليءَ سيکارڻ ۾ مددگار ثابت ٿيندا. آکاڻيءَ جو گهٽو حصو استاد ٻڌائي ۽ باقي ٻارن مان ڪو هڪ ٻار ٻڌائي، استاد ڪنهن آکاڻيءَ جو مُنڍ ۽ پڇاڙي بورڊ تي لکي ٻارن کي چوي تہ باقي وچون حصو اُهي ٻڌائين.

پڙهڻ : زباني ڪم کان پوءِ پڙهڻ جو مرحلو آهي. نئون داخل ٿيل ٻار پنهنجي گهرو ماحول ۾ پنجن سالن تائين ٻوليءَ جا ڪافي الفاظ سکي ٿو ۽ ننڍا ننڍا جملا ڳالهائي سگهي ٿو. درسي ڪتابن ۾ اهڙا لفظ ۽ جملا ڪم آڻڻ گهرجن، جيڪي الف - ب جي اکرن سکڻ لاءِ ڪارآمد ثابت ٿين، جيڪي ٻار اڳ ۾ ئي سکي آيو آهي. مطلب تہ درسي ڪتابن ۽ ٻارڙن جي سکيل ٻوليءَ ۾ مناسب ڳانڍاپو هئڻ گهرجي.

نثر : نثر پڙهڻ جي مشق ٻه ٻارڙي کي ٽن مهينن بعد ڪرائڻ گهرجي. هن مرحلي ۾ بُلند آواز سان پڙهائڻ، ذل ۾ پڙهائڻ ونڊر خاطر پڙهائڻ اچي وڃي ٿو. تعليمي ماهرن زبان سيکارڻ جا جيڪي طريقا رائج ڪيا، سي ١٨٨٣ع کان اسڪولن جي تجربن هيٺ آندا ويا. انهن جو مختصر ذڪر ڪرڻ ضروري آهي.

١. الف – ب وارو طريقو :

هي بلڪل آڳاٽو طريقو آهي. پهريائين اکر سيکاري ان بعد آواز ۾ ڪجهہ پڙهائي ياد ڪرائي لفظ ۽ جملا ٻارڙن کي سيکاريا ويندا هئا ۽ سيکاريا وڃن ٿا.

٢. صوتي طريقو:

هن ۾ آوازن سيکارڻ کان پوءِ حرف سيکاريا وڃن ٿا.

٣. لفظن وارو طريقو :

سولين شين جون شڪليون ڏيکاري اچارن ذريعي لفظ سيکاريا وڃن ٿا، بعد ۾ اکر سيکارجن ٿا ۽ پوءِ سولا سولا جملا سيکاريا وڃن ٿا.

(۴) جملن وارو طريقو:

هي هڪ اهڙو طريقو آهي، جنهن کي ڏسو ۽ ڳالهايو جي شاخ چئجي ٿو، هي هڪ تقابلي طريقو آهي، هن موجب تصوير ڏيکاري لکيل جملو ٻارن کي ذهن نشين ڪرائي پهريان جملا ۽ پوءِ لفظ ۽ ان بعد اکر سيکاريا ويندا آهن.

ترڪيبي ۽ تحليلي طريقو:

موجوده سنڌي پرائمر ۾ ٻوليءَ جي بنيادي ضرورت کي نظر ۾ رکي، الف– ب کي قائم رکندي تصويرن سان الف– ب جا سهڻا ۽ پرڪشش اکر لکيل آهن، جن کي ڏسي ٻارڙا فرحت محسوس ڪندي پڙهڻ جي عمل ۾ دلچسپي وٺن ٿا. مٿين طريقن جي خاصيتن ۽ خوبين تي سالن کان ڪافي بحث ٿي چڪو آهي، پر منهنجي راءِ آهي، تہ هي

آخرين ترڪيبي ۽ تحليلي طريقو ٻين طريقن جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ ڪارآمد ۽ فطري آهي، تنهن ڪري ان کي استعمال ڪرڻ جي گهٽي ۾ گهٽي ڪوشش ڪئي وڃي، ان ڪان پوءِ نظم پڙهائڻ گهرجي. پر جيڪڏهن ڪي آزمودگار استاد سيني طريقن جي چڱين ڳالهين تي ماحول مطابق عمل ڪن ته به حرج نه آهي.

نظم پڙهائڻ :

هرهڪ ڪلاس ۾ نظم پڙهائڻ جو ڍنگ الڳ آهي، نظم پڙهائڻ سان هيٺيان فائدا ٿين ٿا.

(الف) ٻارن جو حافظو تيز ٿئي ٿو.

(ب) اخلاق سڌرن ٿا.

(ج) بيتن پڙهائڻ مان ٻارن جي لکڻ جي قوت ۾ واڌارو ٿئي ٿو.

(د) نظم پڙهڻ ڪري ٻارڙن ۾ نفيس ۽ عمدا خيال پيدا ٿين ٿا.

لکڻ : سياڻن جو چوڻ آهي ته سُٺي تحرير اڌ علم آهي، جنهن کي لکڻ نٿو اچي ۽ رڳو پڙهي سگهي ٿو، اهو اڻ پڙهيلن جي آچار آهي، پڙهڻ ۽ لکڻ لازم ملزوم آهن، ٻارن کي لکڻ سيکارڻ جا هيٺيان مقصد آهن.

(الف) ٻار سهڻا ۽ سنا اکر لکڻ جي لائق ٿئي.

(ب) صحيح صورتخطي لکي سگهي.

(ج) ڏسي توڙي ياد لکي سگهي.

(د) اندا ڀري نقل ڪري سگهي.

(هہ) سنها وچولا ۽ وڏا اکر لکي ڄاڻي.

حقيقت ۾ ٻارن کي ڳالهائڻ ته اچي ٿو، پر جيڪي جملا هو ڪتاب ۾ تصويرن سان ڏسي ٿو، سي هڪدم چئي وڃي ٿو، پر اصل اهم ڪم آهي ٻارن کي اکرن جون صورتون سيکاري ذهن نشين ڪرائڻ ۽ ان بعد لکڻ سيکارڻ. مثال طور جيڪڏهن ٻار کي چئبو چئه الف - بي وغيره ته هڪدم ياد به ڪري ويندو ۽ ان جي لکيل صورت کي دماغ ۾

ويهاريندو، پر استاد لاءِ وڏ ۾ وڏ ڏيان ڏيڻ ۽ محنت جي ضرورت آهي، استاد کي کپي تہ ٻارن ۾ خوشخطي لاءِ چاهہ پيدا ڪري، تعليمي عمل دوران اها ڪوشش ڪري تہ جيئن ٻار سکن، جيڪڏهن هڪ دفعو منجهس سکڻ ۽ ڪم ڪرڻ جو شوق پيدا ٿيو تہ ان مان هيٺيان فائدا ٿيندا:

(۱) چيو ويندو آهي تہ جنهن جا اکر سٺا ان جا لڇڻ سٺا.

(۲) خوشخطي مان ٻارن ۾ صفائي ۽ سٺائي جي عادت پوي ٿي.

(۳) خوشخط ماڻهو پنهنجا خيالات سولائي سان ظاهر ڪري سگهي ٿو ۽ خوشنويس کي هرڪو عزت ڏئي ٿو.

لکڻ جي ڪم ۾ خاص هيٺيان نمونا اچي وڃن ٿا:

سليٽن تي لکڻ.

پٽيون لکڻ.

مشق ڪاپيون لکڻ.

(الف) ٻارن کي سليٽن تي خبرداري سان لکائڻ گهرجي.

(ب) ميٽ لڳل پٽين تي استاد اندرا پائي اهي ٻارڙن کان ڀرائي. دردمندانہ گذارش تہ پٽيون جيڪي درسگاهن مان گم ٿي ويون آهن، سي وري اسڪولن ۾ آنديون وڃن.

(ج) ٻارن کي خوشخط بنائڻ لاءِ مشق ڪاپيون استعمال ڪرائڻ گهرجن.

تجربيڪار استاد:

پهرئين ڪلاس ۾ سنڌي ٻولي سيکارڻ وارا استاد تجربيڪار تربيت يافتہ هئڻ گهرجن. اسان کي بخوبي معلوم آهي تہ اڳئين تعليمي سرشتي ۾ جيڪو پڙهائيءَ جي ڪم ۾ مضمون تي زور ڏنو ويندو هو، سو هاڻي ڦري ٻار ۽ سماج تي ڏنو وڃي ٿو، نئين تعليمي سرشتي موجب ٻار جي شخصيت، صلاحيت ۽ محنت جو خيال رکڻو پوي ٿو.

• ٻار جي استعداد ۽ عمر جو خيال رکي، ڪيس تربيت ڏني وڃي.

اسان کي سيني ٻارڙن کي هڪ ماپي سان ماپڻ نہ گهرجي. اسان جي ڪوشش اها هئڻ گهرجي تہ اسڪول، گهر ۽ سماج ٻارڙيءَ جي مڪمل واڌاري جو سبب بڻجن. بهترين استاد پنهنجي ٻارن کي سمجهڻ واسطي ٻارن جا لاڙا، خواهشون، ونڌرون، ۽ لياقتون جاچڻ لاءِ ڪوشان هوندو آهي. هو ٻارن جي والدين وٽ وڃي ٿو ۽ انهن جي باري ۾ معلومات حاصل ڪري ٿو.

# ٻوليءَ ٻار

مهيسر امان الله خطاط-

هن عنوان جا ٻہ حصا آهن (١) عمر ۽ (٢) اثرائتي سکيا جو عمل.

(١) عمر: ننڍيءَ عمر واري ٻار کي ٻوليءَ جي سکيا ۽ وڏي عمر واري ٻار کي ٻوليءَ جي سکيا: جيستائين ننڍيءَ عمر جو تعلق آهي تہ سمجهائڻ لاءِ گهٽ محنت وارن آوازن جي ذريعي ياد ڪرائڻ تي زياده توجهہ ڏنو ويندو آهي تہ جيئن ٻار الف-ب ياد ڪري وٺي ۽ ياد ڪرڻ سان هن کي لکڻ جو شوق پيدا ٿئي. وڏي عمر واري کي سمجهاڻيءَ جي ضرورت آهي، تہ جيئن هو اکرن جي تفاوت، لفظن، شڪلين ۽ آوازن کي سمجهي ياد ڪري سگهي.

(٢) اثرائتي سکيا جو عمل: سيکارڻ جي عمل کي، اسان ٻن حصن ۾ تقسيم ڪنداسين. ١. پڙهڻ ٢. لکڻ. چاڪاڻ تہ سکڻ مان مراد ئي پڙهڻ ۽ لکڻ آهي، لکڻ کان سواءِ پڙهڻ اڻپوري سکيا آهي. اهڙيءَ طرح پڙهڻ کان سواءِ لکڻ اڌوري تعليم آهي، تنهن ڪري لکڻ جي اهميت کي اسان ڪنهن بہ قيمت تي نظر انداز نٿا ڪري سگهون ۽ نہ ئي لکڻ کي پڙهڻ کان جدا ڪري سگهون ٿا.

١.پڙهڻ: پڙهڻ ۽ لکڻ جو عمل گڏوگڏ هئڻ گهرجي، اهي ٻئي عمل ڏاڍي دلچسپ ۽ همدردانہ انداز ۾ هئڻ گهرجن. يعني استاد جو ٻار وارو انداز هئڻ گهرجي جڻ ٻار کي استاد ڪيڏائي رهيو آهي. ”پڙهڻ ڪيڏڻ جي انداز ۾“ مطلب تہ پڙهڻ ۽ پڙهائڻ راڳ جي انداز ۾ تہ لکڻ وري ڪيڏڻ جي انداز ۾ هئڻ گهرجي. اهي ٻئي ڳالهيون فطري آهن، جنهن ۾ ٻار دلچسپي وٺي ٿو، انهيءَ جو بهتر طريقو هي ٿي سگهي ٿو

تہ بہ تي ٻار گڏجي ڪورس جي انداز ۾ الف- ب پڙهن. پڙهڻ لاءِ مشق لازمي آهي، هڪ شاگرد ڪرڪيٽ راند ۾ دلچسپي رکي ٿو، جڏهن هو بيٺ سان بال کي هزارن جي تعداد ۾ ڏڪ هڻڻ جي ڪوشش ڪندو، تڏهن وڃي هو ڪامياب ٿيندو تہ پوءِ جيڪو بال ايندو تنهن کي ڇتيندو. ٽائيپ رائيٽر تي سکڻ لاءِ سڪندڙ پنهنجي آڱرين سان هزارن جي تعداد ۾ ڏڪ هڻندو، تڏهن وڃي ان جو هٿ نهندو. ڪوبہ هنر سواءِ مشق جي ڪونہ ايندو، اهڙي طرح لکڻ بہ هڪ فن آهي ۽ انهيءَ کي بہ مشق جي ضرورت آهي. جڏهن موثر سکيا ٿيندي تڏهن نتيجو نڪرندو، جڏهن نتيجو نڪتو تہ ٻار خود بہ خود دلچسپي وٺندو. اهڙي طرح اسان پڙهڻ جي مرحلن کي چئن حصن ۾ تقسيم ڪري سگهون ٿا:

(الف) الف- ب پڙهائڻ ۽ سيکارڻ

(ب) نقطا

(ج) اعراب

(د) هِجي ڪرائڻ

هيءَ حقيقت ياد رکڻ گهرجي تہ الف- ب جي پڙهائڻ ۽ سيکارڻ سان گڏوگڏ لکڻ تمام ضروري آهي. لکڻ ياد ڪرڻ لاءِ موثر ذريعو آهي. اسان پهريائين پڙهڻ جي درجي بنديءَ تي بحث ڪنداسين. ان کان بعد لکڻ جي تدريجي عمل تي نظر وجهنداسون.

(الف) الف - ب پڙهائڻ ۽ سيکارڻ ٻار جي ذهن، عمر، شوق ۽ جذبي کي نظر ۾ رکندي شروع ۾ بہ يا تي اکر پڙهايا وڃن. تنهن کان پوءِ ٻار کي ڪورس سريلي انداز ۽ آواز سان پڙهائڻ گهرجي ۽ سندن رهبري ڪري همٿائڻ گهرجي. استاد کي گهرجي تہ پهريائين ٻارن کي پاڻ پڙهي ٻُڌائي، پوءِ ٻار نہ صرف اسڪول ۾ بلڪ راند روند ۾ گهرن ۾ گهٽين ۾ اهو الف- ب جو راڳ الاپيندو وتندو. اهڙيءَ طرح الف - ب پوري ڪرائي وڃي. هن مرحلي ۾ آواز، شڪليون ذهن ۾ نقش ٿي وڃن

ٿيون. هاڻي ٻيو مرحلو پهرئين مرحلي سان مربوط آهي، جيڪو ٻار بلڪل آسانيءَ سان طيء ڪري سگهي ٿو.

الف- ب جي پهرئين مرحلي کان پوءِ ٻيو مرحلو نقطن جو آهي. ٻار کي پهرئين ئي مرحلي ۾ لفظن جي ڪافي ڄاڻ ٿي ويندي آهي، تنهن هوندي به ٻئي مرحلي ۾ نقطا پڙهايا وڃن ته جيئن ٻار کي ڪامل يقين ۽ اعتماد بحال ٿيڻ جو موقعو ملي. ٻارکي نه صرف نقطا ياد ڪرايا وڃن، بلڪ استاد کي گهرجي ته هڪ ڪاغذ تي ٿلهي مارڪر وغيره سان وڏن حرفن ۾ نقطا ڪيڍي ڏيکاريا وڃن ۽ انهن جو فرق محسوس ڪرائي ذهن ۾ ويهاري مشق ڪرائي وڃي.

نقطا ڇئن قسمن جا آهن جيڪي هيٺ ڏجن ٿا:

.١ ٠ .١ ٠

.٢ ٠٠ .٢ ٠٠ / ٠٠ .٣ ٠٠٠ ٠٠٠

.٣ ٠٠٠ / ٠٠٠ .٤ ٠٠٠٠

انهن نقطن جي سمجهاڻ ۽ ياد ڪرائڻ کان پوءِ "ٽ" ۽ "ٿ" جي حرفن ڏانهن توجهه ڇڪائڻ گهرجي، ڇاڪاڻ ته گهڻو ڪري شاگرد انهن ٻنهي اکرن کي غلط نقطا ڏين ٿا. تنهن کان سواءِ "ڏ" حرف ڏانهن به توجهه جي ضرورت آهي. ٻار کي سمجهايو وڃي ته "ڏ" کي "ٽ" وانگر نقطا ڏبا آهن.

(ج) اعراب: زبر، زير، پيش، شد، مد، جزم، تنوين کي اعراب سڏجي ٿو. زبر جي تنوين سنڌيءَ ۾ استعمال ٿيندي آهي، اهو اڳتي پڙهڻ سان خود بخود اچي ويندو. حقيقت ۾ ٻوليءَ جو گهڻو دارو مدار اعراب تي آهي. سواءِ اعراب جي ٻولي نه صحيح پڙهي سگهبي ۽ نه وري صحيح نموني لکي سگهبي. اعراب جو استعمال گهٽ ۾ گهٽ ٽئين درجي تائين هئڻ گهرجي.

(د) هجي: هِجي جو مطلب آهي تہ اکرن کي اعراب جي ذريعي ملائي پڙهڻ ۽ لکڻ. پهريائين ٻہ اکر ملائي پڙهايا وڃن ان کان پوءِ وڌائبا وڃن. ائين ڪرڻ سان ٻار اکرن ۽ لفظن سان مانوس ٿي ويندو، ان کان پوءِ ٻئيءَ ڪلاس ۾ هِجي ڪرڻ جي ضرورت باقي نہ رهندي.

٢. لکڻ : اکرن لکڻ کي اسان پنجن حصن ۾ ورهائي سگهون ٿا.

(١) ليڪا

(٢) جزا

(٣) جزا ملائڻ

(۴) جزن کان سواءِ اکر ثابت لکڻ (اکرن جي انفرادي صورت).

(۵) اکرن جي انفرادي صورت کان سواءِ لفظن جي صورت ۾ اکرن جي ٻي جوڙجڪ.

جُزن ۽ اکرن جي ترتيب وار صورتخطي:

(١) ليڪا، ـ ١ / سنئين ليڪ آڻي ليڪ، ٻاسيري ليڪ.

(٢) جُزا، ( ) ـ ) ر س = ⌒ ک ک ^ ⌒

(٣) جُزا ملائڻ: ا ب ح د س ص ع ف ک گ ی

(۴) اکــرن جي صــورت: ا ب ح د س ص ع ف ک ي (جزن کان سواءِ)

اکرن جا اُصول :

(١) اکر ليڪ تي هُجن.

(٢) اکر ننڍا هجن.

(٣) لفظن ۾ مناسب وٿي هجي.

(۴) اکرن جو لاڙو هڪ طرف هجي.

ٿورو غور ڪرڻ سان معلوم ٿيندو تہ جُزن جي حد، جاءِ مقرر آهي. انهن جزن جي هڪ ئي وقت مشق ڪرائڻي نہ آهي، پر هڪ جُزي جي پوري سليٽ تي يا ٻني تي مشق ڪرائڻ گهرجي. استاد کي گهرجي تہ پوري هڪ ست هڪ جُزي جي لکي ڏيکاري پوءِ ٻارن جي رهنمائي

ڪري تہ جيئن خبر پوي تہ هو اهڙن جُزن کي ڪيسٽائين لکي ٿو؟ ائين ڪرڻ سان ٻار تعليمي راند مخصوس ڪندو. اهڙيءَ طرح هڪ جزي جي مشق ڪان پوءِ ٻئي جُزي جي مشق ڪرائڻ گهرجي.

جُزن جي مشق ڪان پوءِ جزن مان اکر ٺاهيا وڃن، تيسٽائين ٻار الف - ب پڙهي چڪو هوندو. پوءِ جُزن مان جڏهن اکر ٺاهيندو تہ سندس دلچسپي اجان وڌندي، اهڙي طرح لکڻ جا مرحلا طئي ڪرايا وڃن. اکرن جي مرحلن کي طئي ڪرڻ ڪان پوءِ هڪ بهترين ۽ آسان طريقو اکرن کي سڌارڻ جو اچي ٿو. اسان جا پرائمري درسي ڪتاب اکرن سکڻ جو بهترين ذريعو آهن. بس ٻارن جي صرف اها رهنمائي ڪرڻي آهي تہ جهڙي طرح ڪتاب ۾ اکر لکيل آهن تہ تهڙئي طرح ٻار بہ لکن. استاد صرف انهن جي نظرداري ڪري ان لاءِ سليٽ، پٽي ۽ پني وغيره تي مشق ڪرائي سگهجي ٿي. قلم، ڪلڪ، انڊ پين، بال پين، مارڪر وغيره سان مشق ڪرائي وڃي.پهرين انفرادي اکر ۽ هر هڪ اکر جي جدا جدا مشق، پوءِ لفظ، تنهن ڪان پوءِ سِٽ لکڻ سيکارڻ گهرجي.

# ٻوليءَ جي رٿابنديءَ جا قسم

سڪندر علي ساجن ميراڻي

ٻوليءَ جي ماهرن جي راءِ مطابق ٻوليءَ جي رٿا بنديءَ جا هيٺيان قسم آهن:

(١) جسماني رٿابندي: جنهن ۾ ٻوليءَ جي بناوت، لفظي ذخيرو، لفظن جي بناوت، صورتخطي، نوان لفظ ۽ اصطلاح ٺاهڻ، گرامر جا اصول مرتب ڪرڻ ۽ لساني خاصيتون طيء ڪرڻ.

(٢) حيثيتي رٿابندي: جنهن ۾ ٻوليءَ کي سکيا ۽ تربيت جو ذريعو، عام رابطي جو ذريعو، سرڪاري لکپڙهه جو ذريعو ۽ قومي سڃاڻپ جو ذريعو بنائڻ جي ڪوشش ڪئي ويندي آهي.

(٣) اختياري رٿابندي: هن قسم ۾ ٻوليءَ جي اختيار ڪرڻ جا طريقا، ٻولي سيکارڻ ۽ سکڻ جا طريقا ٻوليءَ جي ڦهلاءَ ۽ ٻوليءَ کي پکيڙڻ بابت پاليسي يعني مواصلاتي ذريعن جو استعمال اچي وڃن ٿا.

پڙهائڻ جا بهترين اصول آهن: آسان کان مشڪل ڏانهن، مشاهدي کان نتيجي ڏانهن ۽ جُز کان ڪُل ڏانهن، ان کان پوءِ ٻار جي نفسياتي مزاج کي پرکڻو آهي.

گفتگو : ٻار ۾ گفتگو ڪرڻ جي قوت پيدا ڪجي ته جيئن ڳالهائڻ ۾ ڊپ، حجاب ۽ گهٻراهٽ محسوس نه ڪري، ڳالهائڻ ۾ اٽڪي نه، چيل ڳالهه وري وري نه ورجائي، ڳالهائڻ جي قدرتي رفتار برقرار رکي سگهي ۽ ڪنهن به موضوع تي ٣ منٽن کان ٥ منٽن تائين ڳالهائي سگهي.

مٿين سيني ڳالهين کي هٿي ڏيڻ لاءِ لوڪ ادب، هڪ بهترين ذريعو آهي، استاد انهيءَ جو ڄاڻو هجي. انهن کي ننڍيون ننڍيون آکاڻيون،

نظم، پروليون پڙهائي، ان کان سواءِ ٻارن جي راندين جا نظم به سني مدد ڪن ٿا.

ٻوليءَ جي ابتدائي سکيا جي نظرين مطابق آوازن اشارن، سرتار لڳ لاڳاپي کان سواءِ صوتيم - سرن پد - صرفي لفظن جي ڄاڻ ڪرائڻ ضروري آهي، ڇو ته ٻار ابتدائي ٻولي آوازن کان سکڻ شروع ڪري ٿو ۽ سنڌي ٻوليءَ جو لساني سٽاءُ به ائين ئي آهي، صوتيم معنيٰ آواز جيڪي الف - ب جي نشانين جي حيثيت رکن ٿا.

ب - ت - ث - ج - ح - ع - غ - س - ض وغيره انهن جا جدا جدا مخرج به خيال ۾ رکڻا آهن، جنهن سان اُچار ۾ آساني ٿيندي. مخرج، وات مان آواز نڪرڻ وقت زبان جو ڏندن، ڇپن ۽ تارون وغيره سان لڳڻ کي چئبو آهي. سُرَ جيڪي حرف علت يعني اعرابن جي نمائندگي ڪن ٿا. جيڪي آوازي نشانين کي متحرڪ ڪن ٿا، انهن ۾ ڪي ننڍا سُرَ ته ڪي وڏا سُرَ، ڪي سُرَ ڊگها ۽ هلڪا ۽ ڪي سُرَ سوڙها به ٿين ٿا.

اَ، آ، اِ، اُو، بَ، بَا، بِ صوتيم ملي پد ٺاهين ٿا. اهڙي طرح لفظن ۾ پد جي حد معلوم ڪرڻي پوندي، جنهن سان لفظ سيکارڻ ۽ اُچارڻ ۾ وڌي آساني ٿيندي.

آوازي ڪڪ جو نقشو: هلڪا سُرَ ۽ حرف لين جي صورت ۾ سيني حرفي نشانين سان زبر ۽ پيش جي آواز سان ملائي مشق ڪرائجي.

مثال: - او- آو - اُو - بو- بَو- بُو.

"ي" حرف لين جي صورت ۾ سيني حرفي نشانين سان زبر ۽ زير ڪي آواز سان ملائي مشق ڪرائجي.

مثال - اي - آي - اِي - بي - بَي - بِي.

"الف" جو ٻين اکرن سان ميلاپ جو آواز:

آ با -ٻا - يا.

"ن" جو حرف نون غني جي صورت ۾ سيني حرفي نشانين سان

زبر زير ۽ پيش جي آواز سان گڏ اَن - اِن - اُن - تَن - تِن - تُن - هَن -هِن - هُن.

اِين - ٻِين - تين - سِين - ڏِين - شِين

انهي ڳالهہ جو خيال رکجي تہ زبر، زير، پيش جنهن حرف جو حق هجي ان کي ڏيڻ گهرجي.مثال - اَنبُ - ڪونِـي.

ٻاراڻي ڪتاب شروع ڪرڻ کان اڳ ڪتاب جي پنين پاسي ڏنل استادن جي هدايتن تي عمل ڪري، نمايان لفظن کي سيکاريو وڃي ۽ انهن جي مدد سان اڳيان پويان صوتيہ بدلائي ٻيا لفظ بہ سيکارجن، جيڪي ساڳين آوازن جا هجن. انهن لفظن کي بنياد بنائي مشقون تيار ڪيون وڃن، اُچارن، آوازن ۽ تحرير جو ڪثرت سان استعمال ڪرائجي مثال طور، ٻاراڻي ڪتاب جو پهريون سبق ۽ ان جو نروار لفظ ڪَٽَ آهي:

بنياد - ڪَٽَ - مَٽ - هَٽَ- وَٽَ- سَٽَ - پَٽَ- نَٽَ - جَهٽَ.

ٻاراڻي ڪتاب جو سبق ويهون:

ڏاڪَ - ٻاڪَ - ساڪَ - لاڪَ. ڊوڙ - گوڙ - ٻوڙ - نوڙ - ڪوڙ.

سبق ڇٽيهون:

اَنبُ - ڏنبُ - ڪنبُ - چَنبُ - مَنبُ - جَنبُ -ڳِهنبُ - شينهُن - ڏينهُن - مِينهُن - نيِنهُن- نانگَ - ٻانگَ - سانگَ - ڪانگَ

انـهي ۾ هن ڳالهہ جو خاص خيال رکـٹو آهي تہ لفظ اُهي ڏيڻ گهرجن، جيڪي معنيٰ وارا ۽ ٻوليءَ ۾ ڪارج رکندڙ هجن.

پڊن جو خيال رکڻ:

ظُلمُ بہ پڊائون لفظ آهي ظُ تي پيش ڏيئي ل ملائي پڙهڻو آهي يعني: ظُلـ - مُ. استاد گهڻو ڪري انهيءَ کي تي پڊائون لفظ ڪري پڙهندا آهن ظُ لِ مُ جيڪو غلط آهي، اهڙي طرح پڙهڻ سان ٻين اهڙن لفظن کي غلط پڙهڻ جو بنياد پوندو.

اهڙي نموني مخلوط يعني گڏيل آوازن وارا اکر ٺهہ - ڙهہ - نهہ - لهہ وارا لفظ بہ ٻہ پڊاوان لفظ آهن. جيڪي ڊگهن سرن سان پڙهايا

ويندا. مثال طور:

ماٺو - ڳاڙهو - سَنهي - ڪُلهو، انهن کي ماٺِو - ڳاڙِهو - سَنِهي - ڪُلِهو پڙهڻ غلط آهي.

ٻار جي عمر جي لحاظ کان داخلا:

اهو ضروري نہ آهي تہ سيني ٻارن جي جسماني ۽ ذهني قوت هڪ جيتري هجي، ڪن گهٽ عمر وارن ٻارن جو I.Q وڌيڪ هوندو آهي ۽ ڪڏهن وري وڏي عمر واري ٻار جو I. Q گهٽ هوندو آهي. گهڻو ڪري ڇهن سالن جا ٻار پڙهائي ۾ سُٺا ثابت ٿيندا آهن. پنجن سالن وارن سيني ٻارن ۾ I.Q ۽ جسماني نشو نما هڪ جهڙي نہ هوندي آهي.

نصاب يا تدريسي مواد:

ٻاراڻي ڪتاب ۾ الف- ب جا آواز سيني نشانين جي پوري نمائندگي نہ ٿا ڪن، ڏيڻ تہ سمورا آواز گهرجن، نہ تہ بہ هر هڪ گروپ جي هڪ هڪ نشانيءَ جي نمائندگي هجڻ گهرجي.

سبق ٻيو - آنا - پاوا- سبق ٻارهين ۾ گابا، ڪارا سان گڏ هجڻ گهرجي.

سبق پهرين ۾ ڪَٽَ - پَٽَ لفظ ڏنل آهن، ٽئين سبق ۾ ڇَٽ - پَٽِ لفظ ڏنل آهن. مٿي گهٽ ۾ گهٽ ٽ لاڙي لهجي ۽ سري واري لهجي ۾ ساڳيو آهي، پر پَٽَ کي ڪي پَٽَ ٿا پڙهن تہ ڪي پَٽرَ ٿا پڙهن، اهڙي نموني ڇَٽِ - پَٽِ - ۾ ٽ سان ر جو گڏيل آواز ٿئي ٿو. انهي پڙهائي لاءِ خاص هدايت ٿيل هجي. اهڙي نموني ڊيل ۾ ڊ جي لهجي ۾ فرق آهي. سري واري لهجي جون اهي ٻئي نشانيون ٻوليءَ جي صحيح نمائندگي نہ ٿيون ڪن. ٻاراڻي ڪتاب ۾ بہ مربوط پهرين ڪتاب وانگر عملي ڪم ۽ مشقن جو واڌارو ڪرڻ گهرجي.

نصابي ڪتابن جي مُنڍ ۾ مهاڳ، پيش لفظ يا ديباچو ڏيڻ گهرجي، خاص طرح ٻوليءَ جي درسي ڪتابن ۾، جنهن ۾ سبق جي

پڙهائڻ لاءِ سمجهاڻيون ۽ هدايتون ڏنل هجن، جيئن استاد انهن کي پڙهي سکيا کي ڪامياب بنائي سگهي.

اسڪولن ۾ ٻوليءَ جي پڙهائي لاءِ تصويري چارٽ ڏيڻ گهرجن. اسڪولن کي جيڪي ٽيڪنيڪي سامان مليو آهي، انهن ۾ سڀ اردو ٻوليءَ جي پڙهائڻ جو سامان آهي. ڪارڊ - پوسٽر - چارٽ - خطاطي جا چارٽ سڀ اردو ۾ آهن. انهي لاءِ تجويز آهي، تہ سنڌي ٻوليءَ کي پڙهائڻ لاءِ سنڌيءَ جو تدريسي امدادي سامان ڏيڻ گهرجي.

اسڪولن ۾ استادن جو مناسب بندوبست ڪرڻ گهرجي. ان سان گڏ اسڪول جو انتظام سهڻو ۽ بهتر ڪرڻ ضروري آهي، ان طريقي سان اسڪول ۾ ڪلاسن جو انتظام بہ سُٺو هلندو ۽ ٻارن تي اسڪول جي ماحول جو بہ سُٺو اثر پوندو ۽ هر هڪ استاد پنهنجي ڪلاس کي صحيح تعليم ڏيئي سگهندو.

ان ڪان سواءِ انتظاميا کي هي بہ خاص خيال رکڻ گهرجي تہ شهري آبادي وارن اسڪولن ۾ جتي سنڌي ۽ اردو مليل جُليل آبادي آهي، اتي خاص ڪري سنڌي پرائمري اسڪولن ۾ اردو استاد مقرر نہ ڪيا وڃن؛ ڇو تہ اردو استاد سنڌي ٻوليءَ کان بلڪل اڻ واقف هوندا آهن ۽ اهو سنڌي معصوم ٻارن سان وڏو ظلم آهي.

# شَاهَ جِي ٿَرِيَ لُغَاتُ

پريتم پياسي

سنڌ ۾ لغتون لکڻ جو رواج تقريبا ارڙهين صدي جي وچ ڌاري شروع ٿيو. شروعات ۾ انگريزي مان سنڌي ۽ سنڌي مان انگريزي لغتون تيار ٿيڻ لڳيون. ان بعد فارسي مان سنڌي ۽ پيون ڪن چونڊ يا مخصوص لفظن تي مشتمل لغاتون منظر عام اچڻ لڳيون ۽ ان بعد شاهه سائينءَ جي رسالي ۾ آيل ڏکين لفظن تي مشتمل لغتون پڻ تيار ٿيڻ لڳيون. سڀ کان پهريون پيرومل مهرچند آڏواڻي شاهه جي رسالي ۾ آيل ڏکيا لفظ سهيڙي ”غريب اللغات“ نالي ڪتاب شايع ڪرايو. هي صرف پهرين ٽن سُرن تي مشتمل ڪتاب آهي جيڪو 1908ع ۾ شايع ٿيو. ان بعد مرزا قليچ بيگ شاهه جي رسالي جي ڏکين لفظن تي مشتمل هڪ لغات ”لغات لطيفي“ لکي جيڪا 1914ع ۾ پهريون دفعو شايع ٿي ۽ هڪ لغات سيد نجف علي شاهه ڪمتر نقوي صاحب” ٻاروچي ٻوليءَ“ جي نالي ترتيب ڏيئي ڇپائي شايع ڪئي.

هن وقت شاهه سائينءَ جي رسالي جي ڏکين لفظن کي سهيڙي هڪ نئين لغات ڊاڪٽر محمد اسماعيل شيخ ترتيب ڏني آهي، جيڪا اجان تائين وٽس قلمي شڪل ۾ موجود آهي.

هي لغت هڪ مخصوص لغت آهي، جنهن ۾ فقط اُهي لفظ شامل آهن، جيڪي ٿر ۾ ڳالهايا وڃن ٿا، يا ٿر جي لهجي ۾ اُچاريا وڃن ٿا. هن لغت ۾ ڪوشش ڪري اُهي لفظ به لکيا اٿس جيڪي ٿر سان گڏ سنڌي ٻوليءَ جي ٻين لهجن ۾ به ڳالهايا وڃن ٿا. مثال طور اکيڙڻ، اُڇل، ٻانهوٽا، چوڏس، رتول، نسورو، سگهار، نانءُ ۽ جُهگر وغيره ۽ اهي لفظ هئين آهن، جيڪي ٿري ٻوليءَ جا آهن مثال طور ڪيڻ، ٻگر، رڙو ۽ جهار، وغيره.

ٿري ٻوليءَ جو معياري مخاورو "ڍاٽڪي" آهي، ان محاوري جي اصول ۽ قاعدي موجب جيڪي شاهه سائين لفظ ڪم آندا آهن سي به ڏنا ويا آهن. جيئن تہ ٿري ٻوليءَ ۾ "ش" "س" ۾ تبديل ٿئي ٿو، مثال طور شينهن سينهن، شڪر سڪر، شال سال، جوش جوس، ۽ شرم سرم وغيره. ن، ز، ظ، ض ۽ ي هميشہ "ج" ۾ تبديل ٿيندا رهن ٿا. مثال طور: ذرو- جرو، ذوق- جونڪ، زور- جور، زنجير- جنجير، وظيفو - بجيفو، ظالم، جالم، ضعيف، جعيف، مضبوط، مجبوط، ياراڻي، جاراڻي ۽ يڪو، جڪو وغيره. وري "غ" "گ" ۾ تبديل ٿيندو آهي جيئن: غور، گور، غوطا، گوتا، غازي، گاجي، غرور، گرور وغيره ۽ ڪڏهن ڪڏهن "و" "ب" ۾ تبديل ٿيندو آهي جيئن: جواب- جباب، نواب ۽ نباب، وڏيرو- ٻڏيرو، وسڪارو، بسڪارو ۽ وير، بير وغيره.

ساڳي طرح "خ" کي "ڪ" ۾ تبديل ڪيو ويندو آهي، جيئن: خان- ڪان، خرچ- ڪرچ ۽ خار- ڪار وغيره انهي قانون ۽ قاعدي موجب شاهه سائين جا استعمال ڪيل لفظ به هن لغات ۾ شامل آهن، جيڪي هڪ لحاظ کان شاهه سائين حرف تجنيسي قائم رکڻ لاءِ ٿري ٻوليءَ جي قاعدي جو سهارو ورتو هجي.

شاهه سائين سير و تفريح ڪري ڍاٽ ۽ جيسلمير جا علائقا به گهميا آهن، ان ڪري ٿر جا هي ٻہ محاورا يعني جيسلميري يا مارواڙي محاورو ۽ ٻيو ڍاٽڪي محاورو شاهه سائين جي ڪلام ۾عام ملن ٿا. ڪٿي ڪٿي ٿر جي پارڪري لهجي جو بہ گمان نڪري ٿو.

ٿر جي مخصوص ٽن محاورن (۱) مارواڙي لهجو، جيڪو ٿر جي راجستان ۽ پروارن علائقن ۾ ڳالهايو وڃي ٿو. (۲) ڍاٽڪي لهجو، جيڪو ٿر جي وچين ڀاڱي ۾ ڳالهايو وڃي ٿو ۽ (۳) پارڪري لهجو جيڪو ٿرِ جي ننگر پارڪر واري علائقي ۾ ڳالهايو وڃي ٿو. هت انهن ٽنهي لهجن جا نہ صرف الفاظ چونڊي ڏنا ويا آهن،بلڪہ هر هڪ لهجي مان ٻہ ٻہ مثال سنڌي ترجمن سميت لکيا ويا آهن جيئن لفظ چڱي طرح

واضح ٿي سگهي.

جيڪو لفظ لکيو آهي ان جي هڪ مڪمل سٽ به ڏني وئي آهي، جيئن لفظ کي سمجهڻ ۾ آساني ٿئي، ٻنهي مشڪل لفظن کي ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي جامع سنڌي لغات مان ڏسي لکيو ويو آهي. ڊاڪٽر صاحب شاهه سائينءَ جي ڪن خاص لفظن جون معنائون به ان لغات ۾ شاهه سائين جي مڪمل سٽ سميت شامل ڪيون آهن.) اهو به ڇاڻايو آهي ته هي لفظ اصل ۾ ڪهڙي ٻوليءَ سان واسطو رکي ٿو يا ڪهڙي ٻوليءَ جو آهي ۽ پڻ اهو لفظ ڪهڙي لفظ مان نڪتل آهي ؟ ان لاءِ ڊاڪٽر بلوچ جي لغات ڏسي سگهجي ٿي ۽ ڪٿي ڪٿي معنائون لکڻ وقت گرامر جا اشارا لکيا ويا آهن.

شروع وارو لفظ جنهن جي معنيٰ لکڻي آهي، اهو ائين ئي رکيو ويو آهي، جيئن سٽ ۾ استعمال ٿيل آهي مثال طور: آيبون اپڙي، هيڪارهين، ڏاگهن، اوسڙان ۽ اجلان وغيره، ليڪن معنيٰ لکڻ وقت ان لفظ جا مصدر به لکيا آهن، جتي ٿر جو اسم خاص اچي ٿو ته اتي مڪمل بيت به لکيو ويو آهي.

جيڪڏهن هڪ لفظ هڪ سُر ۾ آهي، ۽ ٻئي ۾ به آهي، ته ٻنهي هنڌن تي واضح طور لکيو ويو آهي، البت جيڪڏهن هڪ لفظ هڪ سُر جي ٻن ٽن بيتن ۾ اچي ٿو، ته اُتي مثال طور هڪڙو ئي بيت لکيو ويو آهي. گڏوگڏ وضاحتي نوٽ به ڏنا آهن.

هن لغت جي تياري وقت ڇهه رسالا سامهون رکيا آهن، جن مان پنج انهن عالمن جا ترتيب ڏنل آهن، جن معنائون به لکيون آهن ۽ ڇهون محمد عثمان ڏيپلائي جو پاڪيٽ سائز رسالو آهي جيڪو صرف گهٽڻ بيتن جي هجڻ ڪري ماخذ بنايو ويو آهي.

ڇهن ئي رسالن جي ترتيب وار فهرست هن طرح آهي:

(١) محمد عثمان ڏيپلائي ”شاهه جو رسالو پاڪيٽ سائيز“ ڇاپو پهريون سال 1963ع، ڇاپيندڙ: قرآن پريس حيدرآباد- سنڌ.

ڇپائيندڙ: شيخ نياز احمد شيخ بشير احمد.

(٢) ڪلياڻ آڏواڻي، "شاهه جو رسالو" ڇاپو ٻيو، سال 1978ع، ڇپائيندڙ: سنڌي ادبين جي سهڪاري سنگت - اي منظور چيمبرس گاڏي کاتو حيدرآباد - سنڌ.

(٣) ڊاڪٽر هوتچند مولچند گربخشاڻي، "شاهه جو رسالو" ڇاپو ٽيون، سال 1985ع ڇپائيندڙ: ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز ڀٽ شاهه / حيدرآباد- سنڌ.

(٤) علامه غلام محمد، محمد ابراهيم شهواڻي، "شاهه جو رسالو" ڇاپو ٻيو، سال 61 - 1960ع ڇپائيندڙ: آر - ايچ احمد اينڊ برادرس حيدرآباد- سنڌ.

(٥) علامه آءِ آءِ قاضي، " شاهه جو رسالو"، ڇاپو ٻيو، سال 1986ع، ڇپائيندڙ: سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد- سنڌ.

(٦) علامه غلام مصطفيٰ قاسمي "شاهه جو رسالو" (ٻه جلد) پهريون سال 1951ع، ڇپائيندڙ: بشير احمد اينڊ سنز جهونا مارڪيٽ ڪراچي - سنڌ.

انهن ڇهن ئي رسالن مان هر هڪ رسالي جو داستان نمبر، بيت نمبر صفحو نمبر، ۽ انهن عالمن جون ڏنل معنائون به لکيون ويون آهن. جيئن پڙهندڙن کي اها خبر پئجي سگهي ته ڪنهن عالم صحيح معنيٰ لکي آهي، ڪنهن، ڪنهن جو نقل ڪيو آهي ۽ ڪهڙو عالم ڏکين لفظن کان پاسو ڪري ويو آهي. ان کان سواءِ مرزا قليچ بيگ جي لغات لطيفي تان پڻ لفظ جيئن جو تيئن اُتاريا ويا آهن. هن لغات ۾ سمجهاڻي طور جيڪي نشانيون قائم ڪيون ويون آهن سي هي آهن:

ڏيپ - محمد عثمان ڏيپلائيءَ جو رسالو.

ڪل - ڪلياڻ آڏواڻيءَ جو رسالو.

گر - هوتچند مولچند گربخشاڻيءَ جو رسالو.

شهه - علامه غلام محمد شهواڻيءَ جو رسالو.

آءِ - علامہ آءِ - آءِ - قاضي جو رسالو.
قاس - مولانا غلامہ مصطفيٰ قاسميءَ جو رسالو
بَيگ - مرزا قليچ بيگ جي لغات - لغات لطيفي
بل - ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جي لغات.
o - وائي جي نشاني.
x- خالي، ڪجهہ بہ نہ .

هن لغات جي ترتيب ڪلياڻ آڏواڻي واري رسالي جي ترتيب مطابق رکي وئي آهي ۽ هر سُر جي لغات جدا آهي.

# سر ڪلياڻ

## آءُ

"وحده لاشريڪ لہ، چئي چوندو "آءُ".

| مرتب | داستان | بيت | صفحو | معنيٰ |
|---|---|---|---|---|
| ڏيپ | 1 | 4 | 62 | x |
| ڪل | x | x | x | x |
| گر | x | x | x | x |
| شھ | 1 | 4 | 62 | x |
| آءِ | x | x | x | x |
| قاس | x | x | x | x |

بيگ -x

هي لفظ اصل ۾ سنسڪرت ٻولي جي (اَڇ، اَيڇ) مان نڪتل آهي. تہ جي ڊاتڪي لهجي ۾ عام ڳالهائڻ ۾ اچي ٿو. ڊاتڪي محاوري ۾ هن طرح جملي ۾ استعمال ٿئي ٿو.

(١) "آ" رو ماٿي ڏير تي ٿي، پرهو هلٽو ايهہ.
ترجمو : هل پيلي پري هلٽو آهي ڏير ٿي ٿئي.
(٢) تون آ هون هلان تو.
ترجمو : تون اچ آئون هلان ٿو.
نوٽ : مٿيون بيت "ڏيپ" ۽ "شهہ" ڪانسواءِ ٻئي ڪنهن بہ ڪونہ لکيو آهي.
معنيٰ: آءُ (مصدر - اچڻ) اچڻ، هلڻ.

## اياگي

"سي ڏڙ پسي، سڌ، ڪنهن "اياگي" نہ ٿئي"

| مرتب | ڊاستان | بيت | صفحو | معنيٰ |
|---|---|---|---|---|
| ڏيپ | x | x | x | x |
| ڪل | 1 | 9 | 2 | x |
| گر | 1 | 9 | 84 | x |
| شهہ | 1 | 12 | 65 | x |
| آءُ | 1 | 13 | 4 | x |
| قاس | 1 | 11 | 3 | x |

بيگ - x

هي لفظ اصل ۾ سنسڪرت ٻولي مان نڪتل آهي. ٿر جي تقريبا سيني ڀاڱن ۾ ڳالهايو وڃي ٿو. ٿر جي ڍاٽڪي محاوري ۾ ڪثرت سان ڳالهايو وڃي ٿو. ڍاٽڪي جملي ۾ هن طرح استعمال ٿئي ٿو.
(١) اياگيو ماڙهو پرهي مين پڌرو.
ترجمو : نياڳو ماٹهو پري ڪان پڌرو.
(٢) گهر اگيا اياگو ڊور پلو ڪونهي.
ترجمو : گهر اڳيان نياڳو ڊور بہ پلو ڪونهي.
نوٽ: هن لفظ جي مٿين عالمن مان ڪنهن بہ معنيٰ ناهي لکي- هي لفظ سنڌجي ٻين خطن ۾ بہ ڳالهايو وڃي ٿو.

معنيٰ: اڀاڳي، (صفت) نڀاڳي، بي بخت، بد بخت، نحس، بہ قسمت.

## آڏي

”اڏي سر ڏري، مان ڪهنئون سپرين“

| مرتب | داستان | بيت | صفحو | معنيٰ |
|---|---|---|---|---|
| ڏيپ | 2 | 16 | 8 | x |
| ڪل | 2 | 16 | 5 | ڪاٺ جو ٽڪر |
| گر | 2 | 16 | 86 | ڪاٺ جو ٽڪر |
| شهہ | 2 | 16 | 73 | x |
| آءِ | 2 | 15 | 9 | x |
| قاس | 2 | 16 | 9 | ڪاٺ جو ٽڪر |

بيگ = ڪاٺ جو ٽڪرو، جنهن تي گوشت يا مڇي وڍيندا آهن.

هي لفظ اصل ۾ آهي ئي سنسڪرت ٻوليءَ جو جيڪو سنڌ توڙي ۽ ٿر ۾ عام ڳالهايو ويجي ٿو. ٿر جي ڍاٽڪي لهجي ۾ هن طرح ڳالهائبو:

(١) ڪي ڪي لڪڙي ري اڏي سٽي تي تي.

ترجمو: ڪنهن ڪنهن ڪاٺ جي اڏي سٽي ٿيندي آهي.

(٢) آي اڏي ڪيري ايهہ ؟

ترجمو : هي اڏي ڪنهن جي آهي؟

معنيٰ : ڪاٺ جو ڪنهن بہ قسم جو گهڙيل يا اڻ گهڙيل ٽڪرو، جنهن تي گوشت وڍجي، يا مال کي ڪُتر ڏيڻ لاءِ گاهہ کي ان تي ڪهاڙي سان ڪُتر ڪجي.

## اگهائي

”اگهي“ اگهائي“ رنج پريان کي رسئو“،

| مرتب | داستان | بيت | صفحو | معنيٰ |
|---|---|---|---|---|
| ڏيپ | 2 | 1 | 6 | x |
| ڪل | 2 | | 4 | ناچاڪائي ـ عليلائي |

| | | | | |
|---|---|---|---|---|
| گر | 2 | 1 | 85 | هيٽائي، ڏٻرائي، ضعف بيماري |
| شهہ | 2 | 1 | 69 | بيماري |
| آء | 2 | 1 | 6 | x |
| قاس | 2 | 1 | 7 | بيماري |

بيگ - بيماري، رنج، درد، ڏک.

لفظ "اگھائي" ٿر جي ڍاٽڪي محاوري ۾ ڳالهايو وڃي ٿو، جملي ۾ هن طرح استعمال ٿيندو:

(١) اٿوت نِ اگھائي ۾ٽي خراب شيان ايهہ !

ترجمو : اڻ هوند ۾ بيماري ۾ٽي خراب شيون آهن!

(٢) ڦلاڻي رو اگھائي گھر ڏوئي چڙيو.

ترجمو : فلاڻي جو اگھائي گھر ڏوئي چڙيو آهي.

معنيٰ : اگھائي، بيماري، ڏٻرائي، هيٽائي وغيره.

## او

""او" تان توسين گڏ. سچڻ ساهہ پساهہ ۾"

| مرتب | داستان | بيت | صفحو | معنيٰ |
|---|---|---|---|---|
| ڏيپ | 1 | 21 | 4 | x |
| ڪل | x | x | x | x |
| گر | x | x | x | x |
| شهہ | x | x | x | x |
| آء | 1 | 16 | 4 | x |
| قاس | x | x | x | x |

بيگ = هو، اُهي.

"او" ٿري ٻوليءَ جو لفظ آهي، ڍاٽڪي لهجي ۾ هن طرح جملي ۾ استعمال ٿئي ٿو:

(١) او ڪوڻ ايهہ ؟
ترجمو: هو ڪير آهي؟
(٢) او ڪيڻ تا جائي؟
ترجمو: اُهي ڪيڏانهن ٿا وڃن؟
نوٽ : مٿين لفظ جي معنيٰ ڪنهن بہ مرتب ڪونہ لکي آهي.
معنيٰ : (ضمير) او = هو، اُهي، اُهو.

## اونـچي

"عاشق اجل سامهان، "اوچي" ڳاٽ اچن"

| مرتب | داستان | بيت | صفحو | معنيٰ |
|---|---|---|---|---|
| ڏيپ | 3 | 16 | 13 | x |
| ڪل | 3 | 16 | 9 | x |
| گر | 3 | 16 | 90 | اوچي سڌي، ڪڙي |
| شهہ | 3 | 16 | 84 | x |
| آءُ | 3 | 16 | 16 | x |
| قاس | 3 | 16 | 17 | ڳاٽ ڪنيو |

---

بيگ = مٿي، اُتاهين، بُلند.

"مٿي" يا "مٿاهين" لفظ ڪي ٿري ٻولي ۾ "اونچو" چيو وڃي ٿو ۽ مارواڙي ۽ ڍاٽڪي ۾ عام استعمال ٿئي ٿو. هي لفظ مارواڙي لهجي ۾ هن طرح استعمال ٿيندو.

(١) اونچو اونچو ني ٻول اوڙڪان هان!
ترجمو : مٿي، مٿي نہ ڳالهاءِ سڃاڻئي ٿو.
(٢) اونچي ميڙي اوڏري مهين نيہان ري ڪاٽ (هڪ گيت جي سٽ)
ترجمو: اُپي ۽ ڊگهي ماڙي اندر نم جي ٿهيل ڪٽ.
معنيٰ : مٿي، مٿاهين، اُتاهين، بلند وغيره.

## بات

فاذ ڪُروني اذڪرڪر، اي پروڙج "بات"

| مرتب | داستان | بيت | صفحو | معنيٰ |
|---|---|---|---|---|
| ڏيپ | 3 | 13 | 12 | x |
| ڪل | 3 | 13 | 9 | ڳالهه، سخن |
| گر | 3 | 13 | 89 | سخن ڳالهه |
| شهه | 3 | 13 | 83 | x |
| آءِ | 3 | 13 | 16 | x |
| قاس | 3 | 13 | 16 | ڳالهه |

بيگ – x

هي لفظ اصل ۾ سنسڪرت ٻوليءَ جي لفظ "وارتا" مان نڪتل ۽ مارواڙي ۽ ڍاٽڪي لهجي ۾ ڳالهايو وڃي ٿو. مارواڙي لهجي ۾ هن طرح جملي ۾ استعمال ٿيندو:

(١) رکو باتان رو بياڙو ئي ڀلو ڪونهي (هڪ پهاڪو)

ترجمو : رکو ڳالهين جو ڪاڏو به سٺو ڪونهي.

(٢) بات بات رو ئي ڦير ٿي تو.

ترجمو : ڳالهه ڳالهه جو به فرق ٿئي ٿو.

نوٽ : هي لفظ ٿر جي ٽنهي لهجن ۾ ڳالهايو وڃي ٿو، پارڪري لهجي ۾ ب – و ۾ تبديل ٿيندو آهي، انڪري پارڪري لهجي ۾ وات – ڳالهه ٿيندو.

معنيٰ: سخن، ٻول، ڳالهه، ٻولهه.

## ٻڪ

"ٻيائي ڪي "ٻڪ" جن وڏو سي ورسيا"

| مرتب | داستان | بيت | صفحو | معنيٰ |
|---|---|---|---|---|
| ڏيپ | 1 | 18 | 3 | x |

| | | | | |
|---|---|---|---|---|
| ڪل | 1 | 12 | 2 | x |
| گر | 1 | 13 | 84 | x |
| شهہ | 1 | 16 | 66 | x |
| آءِ | 1 | 5 | 2 | x |
| قاس | 1 | 14 | 4 | x |

ٻيگ = ڀاڪر، ڀڪراٽي.

هي لفظ اصل ۾ سنسڪرت ٻوليءَ جي (وڪشش) لفظ مان نڪتل آهي ۽ ٿر جي مارواڙي محاوري ۾ هن طرح استعمال ٿئي ٿو:

(١) ڏاڏا ٻک ڪٿان گهاتو هو.

ترجمو: ڏاڏا ٻک ڇو ٿو وجهين.

(٢) آئي ٻکان مين بيخاڙي ڇڏيو.

ترجمو: هن ٻکن ۾ ٿي ويهاري ڇڏيو.

نوٽ : لفظ ٻک جو استعمال ٿرڪان علاوه سنڌ جي ٻين علائقن ۾ به ڳالهائڻ ۾ اچي ٿو.

معنيٰ: ٻک = ڀاڪر، ڀڪراٽي، ٻنهي ٻاسن ڪان وڏل ڀاڪر.

## ٿوهر

”مَ ڪر سڌ شراب جي، جي ٿون ٿارين ”ٿوهر“.“

| مرتب | داستان | بيت | صفحو | معنيٰ |
|---|---|---|---|---|
| ڏيپ | 2 | 21 | 9 | x |
| ڪل | 2 | 24 | 6 | بربٽ ۾ اُيرنڊڙ سهٽو پر ڪڙو ڦل. |
| گر | 2 | 24 | 87 | مشهور ڦل گدري جي نموني هيڊي رنگ تي واريءَ جي پيدائش. |
| شهہ | 2 | 24 | 76 | x |
| آءِ | 2 | 23 | 11 | x |
| قاس | 2 | 24 | 76 | x |

بيگ = مشهور ڪڙي شئي، زهر.

توهہ هڪ ٿري ول جو قسم آهي، جنهن کي ٿري زبان ۾ ”توسڻ“ ۽ ڦل کي ”توس“ چئبو آهي. حقيقت ۾ ”توهہ“ ٿري زبان جو اسم ناهي، پر جيئن تہ هي خاص پيدائش ئي ٿرن جي آهي، ان ڪري هتي لکيو ويو، توهہ جي ول توڙي ڦل مان هزارين قسمن جون دوائون ٺهنديون آهن، هن کي ڪچي هجڻ يا پچڻ کان پوءِ صرف ٻڪريون ئي کائينديون آهن. شاهہ سائين هن طرح بيت ۾ ڳايو آهي تہ :

مرَ ڪر سڌ شراب جي، جي تون تارئين توهہ،
پيتي جنهن پاسي ٿئي، منجهان رڳن روح،
ڪاتي چڪ ڪڪوهہ، لاهي سر لطيف چئي.

## پرک

”جيڏانهن ڪريان“ پرک“، تيڏانهن سجڻ سامهون“

| مرتب | داستان | بيت | صفحو | معنيٰ |
|---|---|---|---|---|
| ڏيپ | 1 | 29 | 5 | x |
| ڪل | 1 | 20 | 3 | نظر، درشتي |
| گر | 1 | 20 | 75 | چوڌاري نظر، چئو طرف نگاهہ |
| شهہ | 1 | 23 | 68 | نظر |
| آءِ | 1 | 22 | 5 | x |
| ڦاس | 1 | 26 | 6 | نگاهہ |

بيگ = نظر، نگاهہ.

هي سنسڪرت جي (پريڪشيا) لفظ مان نڪتل آهي. ٿر جي مارواڙي لهجي ۾ عام ڳالهائجي ٿو ۽ جملي ۾ هن طرح استعمال ٿئي ٿو.

(۱) ٿانان ماڙهو ماڙهو ري کهڙي پرک.

ترجمو : توکي ماڻهون ماڻهون جي کهڙي خبر.

(٢) دنيا نان پرکڻ کپي.
ترجمو : دنيا جو مشاهدو ڪرڻ کپي.
نوٽ : مٿين عالمن لفظ پرک جي معنيٰ نگاهہ يا نظر لکي آهي، سا صحيح ناهي.
معنيٰ : پرک = پرکشيا، مشاهدو، چڪاس، تپاس، جانچ ڪرڻ، خبر، سڃاڻ.

## پيڙا

"حبيب ٿي هٽي ويا "پيڙا" جي پچار"

| مرتب | داستان | بيت | صفحو | معنيٰ |
|---|---|---|---|---|
| ڏيپ | 3 | 1 | 11 | x |
| ڪل | 3 | 1 | 8 | مرض |
| گر | 3 | 1 | 88 | درد، عذاب، بيماري |
| شهہ | 3 | 1 | 79 | درد ، بيماري |
| آءِ | 3 | 1 | 13 | سور، بيماري |
| قاس | 3 | 1 | 14 | بيماري، درد |

بيگ = پيڙ، بيماري، درد.

هي اصل ۾ سنسڪرت ٻوليءَ جو لفظ آهي ۽ ٿر جي سيڻي لهجن ۾ ڳالهايو ويجي ٿو، جملي ۾ هن طرح استعمال ٿيندو:
(١) تمي ڇيوي پيڙ سي.
ترجمو : توکي ڪهڙي بيماري آهي.
(٢) پوڙپڻ نہ پيڙا ڏونون، ڀاري ڪام،
ترجمو : ڪراڙپ ۾ بيماري ڀئي ڏکيا ڪم.
معنيٰ: پيڙا = روگ، بيماري، تڪليف، سور، درد، اهنج، عذاب.

## جباب

"لڄڻ ڪيڄڻ نہ ٿيو جانب ري "جباب."

| مرتب | داستان | بيت | صفحو | معنيٰ |
|---|---|---|---|---|
| ڏيپ | 3 | 6 | 11 | x |
| ڪل | 3 | 6 | 9 | x |
| گر | 3 | 6 | 89 | جواب |
| شهہ | 3 | 6 | 81 | جواب، جواب، ڪانسواءِ، خاموش |
| آءِ | 3 | 6 | 14 | x |
| قاس | 3 | 6 | 15 | x |

بيگ = x

هي لفظ اصل ۾ عربي ٻوليءَ جي (جاوَب) لفظ مان نڪتل آهي، ٿري زبان جي ڍاٽڪي محاوري ۾ هن طرح استعمال ٿئي ٿو:

(١) تنان هيڪ دڦا جباب ڏنو، تون جا ايها!

ترجمو: توکي هڪ دفعو جواب ڏنم تون هتان هليو وڃ.

(٢) هر هيڪ بات رو اونڏو جباب، واهہ جمانا.

ترجمو: هر هڪ ڳالهہ جو ابتو جواب، واهہ زمانا.

نوٽ: "قاس" پنهنجي رسالي ۾ لفظ "جباب" بجاءِ جواب لکيو آهي جڏهن تہ پين سيني "جباب" لکيو آهي.

ٿري ٻوليءَ ۾ "و" "ب" ۾ تبديل ٿيندو رهندو آهي، جيئن. جواب- جباب، ڪواب- ڪباب، نواب- نباب، ثواب - ثباب، وير- بير، وڏو- بڏو ۽ واٽر، باٽر وغيره. هتي شاهہ سائين حرف تجنيسي کي قائم رکندي هي خاص ٿري محاورو استعمال ڪيو آهي.

معنيٰ : جواب، ورندي، وراڻي، اُتر.

## چڪ

"ڪاتي "چڪ" ڪڪوهہ، لاهي سر لطيف چئي."

| مرتب | داستان | بيت | صفحو | معنيٰ |
|---|---|---|---|---|
| ڏيپ | 2 | 21 | 9 | x |

| | | | | |
|---|---|---|---|---|
| ڪل | 2 | 24 | 7 | x |
| گر | 2 | 24 | 87 | x |
| شهہ | 2 | 24 | 76 | x |
| آءِ | 2 | 23 | 11 | x |
| قاس | 2 | | 11 | x |

بيگ = - x

هي لفظ ٿري ٿوڙي عام سنڌي زبان جي مختلف لهجن ۾ ڳالهايو وڃي ٿو. ڍاٽڪي محاوري ۾ هن طرح جملي ۾ استعمال ٿيندو:

(۱) ڏيکڻ را توس ئي ڦترا پڻ چک تو ڪارا (پهاڪو)

ترجمو: ڏسڻ جا توهہ بہ سٺا پر چک تہ جهڙا زهر.

(۲) ڪالهي رو ساک چکڻ مين جائي (پهاڪو)

ترجمو: چري جو ٻوڙ چکڻ ۾ پورو.

نوٽ: هن سادي لفظ جي ڪنهن بہ عالم معنيٰ ڪونہ لکي آهي.

معنيٰ : چک (مصدر - چکڻ) زبان سان ذائقو وٺڻ، سواد وٺڻ، ٽيسٽ Testڪرڻ.

## چيت

" ڪانهي ڪڙائي چکين جي "چيت" ڪري."

| مرتب | داستان | بيت | صفحو | معنيٰ |
|---|---|---|---|---|
| ڏيپ | 3 | 11 | 12 | x |
| ڪل | 3 | 11 | 9 | هوش ڌاري، دل لائي |
| گر | 3 | 11 | 89 | هوش، ڌيان |
| شهہ | 3 | 11 | 82 | خبرداريءَ سان، دل لائي |
| آءِ | 3 | 12 | 16 | x |
| قاس | 3 | 11 | 16 | ڌيان ڌاري |

بيگ - دل لائيِ، چت لائي، خيال ۽ خبرداريءَ سان.

لفظ "چيت" اصل ۾ سنسڪرت جي لفظ "چت" مان نڪتل آهي. ٿر جي ڍاٽڪي لهجي ۾ عام استعمال ٿئي ٿو. ڍاٽڪي جملي ۾ هن طرح استعمال ٿيندو:

(١) ماٺي تون چيت جمانو درگهو ايهہ،

ترجمو : ڀيلي تون هوش ڪر زمانو ڏکو آهي.

(٢) هر تيم چيت رکتا ڪرو.

ترجمو: هر وقت ڌيان رکندا ڪريو.

معنيٰ: چيت = هوش، ڌيان، چت، خبرداري.

## درسن

"جي سپ ڪنهن جي سين، "درسن" ڌارو ڌار".

| مرتب | داستان | بيت | صفحو | معنيٰ |
|---|---|---|---|---|
| ڌيپ | 1 | 31 | 5 | x |
| ڪل | 1 | 21 | 3 | x |
| گر | 1 | 21 | 85 | درشن، ديدار، مشاهدو |
| شهہ | 1 | 24 | 68 | ديدار |
| آءِ | 1 | 23 | 5 | درسن |
| ڦاس | 1 | 28 | 6 | ديدار |

بيگ - ديدار، تماشو.

درسن لفظ اصل ۾ سنسڪرت ٻوليءَ جو آهي ۽ ٿر جي سيني محاورن ۾ ڳالهائڻ ۾ اچي ٿو. جملي ۾ هن طرح استعمال ٿيندو:

(١) ٿارو، درسن ڏينوئي ثباب هہَ.

ترجمو: تنهنجو ديدار ڪرڻ بہ ثواب آهي.

(٢) ڪيرو ڪيرو درسن ئي پاگوان.

ترجمو: ڪنهن ڪنهن جو درشن بہ پاڳوان.

نوٽ : ٿر جي ٻولي ۾ "ش" "س" ۾ تبديل ٿيندو آهي، سواءِ پارڪري

لهجي جي. شاهہ سائين پنهنجي رسالي ۾ اهڙا ڪئين الفاظ ڪم آندا آهن، مثين ڇهن ئي عالمن ”درشن“ جي بجاءِ ”درسن“ لکيو آهي جيڪو ٺري قاعدي موجب درست آهي.
معنيٰ : درسن = درشن، ديدار، نظارو، مشاهدو. ڏيک.

## ڏهاڙي

”سوري تي سئو وار، ”ڏهاڙي“ چنگ چڙهين“

| مرتب | داستان | بيت | صفحو | معنيٰ |
|---|---|---|---|---|
| ڏيپ | 2 | 9 | 7 | x |
| ڪل | 2 | 9 | 5 | x |
| گر | 2 | 9 | 86 | x |
| شهہ | 2 | 9 | 71 | x |
| آءِ | 2 | 9 | 8 | x |
| قاس | 2 | 9 | 8 | x |

بيگ= x

لفظ ”ڏهاڙي“ ٿر توڙي سنڌ جي مختلف ڀاڱن ۾ بہ اُچاريو وڃي ٿو. ٿر جي مارواڙي لهجي ۾ هن طرح استعمال ٿيندو:
(١) آڻ ني جاڻ ڏهاڙي ڀيٺا اوهہ، (مزاحيہ چرچو)
ترجمو: اڄڻ نہ وڃڻ روز ويٺا آهيو.
(٢) ڏهاڙي جاڻ ئي سٺو ڪونهي.
ترجمو: روزانو وڃڻ بہ سٺو ڪونهي.
نوٽ : لفظ ”ڏهاڙي“ کي ”ڏيپ“ پنهنجي رسالي ۾”ڏهاڙيو“ لکيو آهي، ۽ ”قاس“ پنهنجي رسالي ۾ لفظ ”ڏهاڙي“ کي ”ڏينهاڙيون“ لکيو آهي ۽ ”ڪل“ ۾ ”ڏهاڙيون“ لکيو آهي.
معنيٰ : ڏهاڙي (ظرف) هر روز، روزانو، نت.

# ڏيساندر

”معرفت جي ماٺ سين، ”ڏيساندر“ ڏورين.“

| مرتب | داستان | بيت | صفحو | معنيٰ |
|---|---|---|---|---|
| ڏيپ | 1 | 10 | 3 | x |
| ڪل | 1 | 8 | 2 | نوڪنڊ |
| گر | 1 | 7 | 84 | x |
| شهہ | 1 | 10 | 64 | پرڏيهہ، عالم غيب |
| آءِ | 1 | 7 | 2 | پرڏيهہ، ولايت |
| قاس | 1 | 10 | 3 | ڏيساندر ولايت |

بيگ : ڏساندر، ڏيهہ، ملڪ، ولايت، پرديس.

هي لفظ اصل ۾ سنسڪرت ٻوليءَ جي لفظ مان نڪتل آهي، تر جي مارواڙي لهجي ۾ ڳالهايو وڃي ٿو. جملي ۾ هن طرح استعمال ٿئي ٿو:

(١) مارا پيهر ڏيساندر تون تو ڏک ني ڏي.

ترجمو: منهنجا مائٽ پرديس ۾ آهن پر تون تہ ڏک نہ ڏي.

(٢) ڏيساندر مان ڪوڻ آيو ايهہ،

ترجمو: ولايت مان ڪير آيو آهي.

معنيٰ: ڏيساندر = ڏيساور، ولايت، پرديس، پرڏيهہ، ٻيو ملڪ.

# ڏيل

”ڏک پريان جو ”ڏيل“ ۾، واجهہ جيئڻ وڃاءِ.“

| مرتب | داستان | بيت | صفحو | معنيٰ |
|---|---|---|---|---|
| ڏيپ | 2 | 10 | 7 | x |
| ڪل | 2 | 10 | 5 | x |
| گر | 2 | 10 | 86 | x |
| شهہ | 2 | 10 | 72 | x |
| آءِ | 2 | 10 | 8 | x |
| قاس | 2 | 10 | 8 | بدن |

بيگ : بت، بدن، جسم، اندر.

”ڏيل“ لفظ اصل ۾ هندي ٻوليءَ جو لفظ آهي ۽ ٿر جي مارواڙي لهجي ۾ عام ڳالهايو وڃي ٿو. جملي ۾ هن طرح استعمال ٿيندو.

(١) ڏيل ڏيگهو عقل ڇوٽو (ڀهاڪو)

ترجمو: قد جو ڊگهو ليڪن عقل گهٽ.

(٢) ڏيل جهڙو هاٿي رو، ڪم رو ٻرو.

ترجمو: بدن جهڙو هاٿي جو ليڪن ڪم جو ٻَرو، بخار.

نوٽ : هن لفظ جي معنيٰ ”قاس“ ڪانسواءِ ٻئي ڪنهن به مرتب ڪونه لکي آهي.

معنيٰ : بدن، جسم، سرير، ڪايا، بت، اندر.

## سائوُ

”پاهون ڪين پسن، ”سائو“ هلن سامهان“

| مرتب | داستان | بيت | صفحو | معنيٰ |
|---|---|---|---|---|
| ڏيپ | 2 | 8 | 6 | x |
| ڪل | 2 | 8 | 5 | نيڪ انسان |
| گر | 2 | 8 | 86 | پلا پوش، پلا مانس چڱا ماڻهون اشراف، سڄڻ |
| شهہ | 2 | 8 | 71 | اشراف، سڄڻ |
| آءِ | 2 | 8 | 7 | نيڪ، سکر، سورهيہ |
| قاس | 2 | 8 | 6 | سڄڻ |

---

بيگ - بهادر، دلير.

هي لفظ اصل ۾ سنسڪرت ٻوليءَ جو آهي ۽ ٿر جي ڍاٽڪي ۽ مارواڙي لهجن ۾ ڳالهايو وڃي ٿو. جملي ۾ هن طرح استعمال ٿئي ٿو:

(١) ايهہ سائوئان رو گام ايهہ،

ترجمو: هي راجپوتن (بهادرن) جو ڳوٺ آهي.

(٢) ايهہ سائو ايهہ ماٿي.

ترجمو: هي يار بهادر آهي.
نوٽ : مٿين بيت ۾ لفظ "سائو" ڪي فقط "قاس" "سائون" لکيو آهي، جڏهن تہ ٻين عالمن "سائو" لکيو آهي.
ٿر ۾ ٺڪرن ۽ راجپوتن کي بہ "سائو" سڏيندا آهن، جو هو هميشہ جنگجو بهادر رهيا آهن.
معنيٰ : بهادر، سورهيہ، دلير، سوروير.

## سڌ

"سي ڏڙ پسي "سڌ"، ڪنهن اياڳي نہ ٿئي."

| مرتب | داستان | بيت | صفحو | معنيٰ |
|---|---|---|---|---|
| ڏيپ | 1 | 14 | 3 | x |
| ڪل | 1 | 9 | 2 | x |
| گر | 1 | 9 | 84 | x |
| شهہ | 1 | 12 | 65 | x |
| آءِ | 1 | 13 | 4 | x |
| قاس | 1 | 11 | 3 | x |

بيگ : - x

هن لفظ کي سنڌي ٻولي سميت ٿر جي مڙني لهجن ۾ ڳالهايو وڃي ٿو مارواڙي محاوري ۾ هن طرح جملي ۾ استعمال ٿيندو:
(١) ٿنان ڏاڍي سڌ ايهہ ميڙي جاڻ ري،
ترجمو: توکي ميلي تي وڃڻ جي ڏاڍي خواهش آهي.
(٢) آپري ڏيس ري ڪينهان سڌ ڪوني.
ترجمو: پنهنجي ديس جي ڪنهن کي سڪ ڪونهي.
معنيٰ : چاهہ، ذوق، شوق، خواهش، سڪ، اڪير، اُڪنڊ.

## ڪايائون

"ڪوڙين "ڪايائون" تنهنجو، لکن لک هزار."

| مرتب | داستان | بيت | صفحو | معنيٰ |
|---|---|---|---|---|
| ڏيپ | 1 | 30 | 5 | x |
| ڪل | 1 | 21 | 3 | صورتون، روپ |
| گر | 1 | 21 | 85 | جسم، بدن، شڪل، صورت |
| شهم | 1 | 24 | 68 | صورتون، شڪليون |
| آءِ | 1 | 23 | 5 | هاٺي، بدن |
| قاس | 1 | 27 | 6 | صورتون |

بيگ - جسم، صورت، بدن:

اصل ۾ سنسڪرت ٻوليءَ جو لفظ آهي ۽ ٿر جي مارواڙي لهجي ۾ عام استعمال ٿئي ٿو ۽ جملي ۾ هن طرح استعمال ٿيندو:

(۱) ايهه ڪايا ڪيڙان رو ٿيسي هڏ ماري ڪام ڪرو.

ترجمو: هي بدن ڪيڙن جو ٿيندو، محنت ڪري ڪم ڪريو.

(۲) ڪوڙي ڪايا، ڪوڙي مايا، ڪوڙ سبي سنسار (هڪ ماروارڙي دوهو)

ترجمو: ڪوڙو جسم ڪوڙي دولت دنيا سڀ ڪوڙي.

معنيٰ : ڪاياڻون (واحد ڪايا) بدن، جسم، ڏيل، هاٺي.

## ڪُل

”وحدت ڪثرت ٿي، ڪثرت وحد“ ڪُل“.

| مرتب | داستان | بيت | صفحو | معنيٰ |
|---|---|---|---|---|
| ڏيپ | 1 | 19 | 4 | x |
| ڪل | 1 | 15 | 3 | سموري |
| گر | 1 | 15 | 84 | ڪلُ، سڀي، سموري |
| شهم | 1 | 18 | 67 | سموري |
| آءِ | 1 | 14 | 4 | x |
| قاس | 1 | 18 | 5 | x |

بيگ – x

هي لفظ اصل ۾ سنسڪرت "ڪول" مان نڪتل آهي، سنڌي سميت ٿر جي ڍاٽڪي لهجي ۾ استعمال ۾ اچي ٿو. جملي ۾ هن طرح استعمال ٿيندو:

(۱) اپين ڪل ٺي هلو ليڏاڻ تي.

ترجمو: اوهين سڀئي گڏ تي هلو.

(۲) موهہ مان ڪر، مايا ڪُل ڪوڙي ايهہ،

ترجمو: ايمان نہ ڪر، دولت سڀ ڪوڙ آهي.

معنيٰ : ڪل، سڀ، سمورو، سڄو، مڪمل، پورو.

## ڪلالن

"جي ڪات "ڪلالن" ڪڍيا تہ موتيو پوۓ وڃن."

| مرتب | داستان | بيت | صفحو | معنيٰ |
|---|---|---|---|---|
| ڏيپ | 2 | 25 | 9 | x |
| ڪل | 2 | 25 | 7 | x |
| گر | 2 | 25 | 22 | شراب چڪائيندڙ، مرشد ڪامل |
| شهہ | 2 | 25 | 76 | x |
| آۓ | 2 | 24 | 11 | شراب ڪيندڙ ، مَئہ فروش |
| قاس | 2 | 25 | 12 | x |

---

بيگ – ڪلار، ڪلال، شراب وڪڻندڙ.

نوٽ : هي لفظ اصل ۾ سنسڪرت ٻوليۓ جي "ڪلاد" لفظ مان نڪتل آهي ڪلال ٿر جي هندن جي هڪ ذات آهي، جيڪي ٿر جي عمر ڪوٽ ۽ ٻين شهرن ۾ رهن ٿا. ڌنڌو اصل ۾ ڪلون رنگڻ ۽ جتيون ٺاهڻ آهي، شراب ڪيڻ جو ڪم پڻ ڪندا هئا. وڍڻ، چيرڻ،(گوشت، ڪلون وغيره) اصل پر آهي. صحيح لفظ ڪالال هن ڪي "رشهہ"، "ڪلاڙن" ۽ "گر" بہ "ڪلاڙن،" لکيو آهي. بيت هن طرح آهي.

سڌڙيا شراب جون، ڪه پچارون ڪن،
جم ڪات ڪلالن ڪڍيا، تہ موٽيو پوءِ وڃن،
پڪون سي پين، سر جني جا ست ۾.

ڪلالن معنيٰ : هڪ ذات، جيڪا اصل ۾ ڪلون رڱڻ ۽ گوشت وڪڻڻ جو ڪم ڪن.

## مَ

”تون چئو الله هيڪڙو، وائي ٻي ”مَ“ پڙ.“

| مرتب | داستان | بيت | صفحو | معنيٰ |
|---|---|---|---|---|
| ڏيپ | 1 | 17 | 4 | x |
| ڪل | x | x | x | x |
| گر | x | x | x | x |
| شهم | x | x | x | x |
| آءِ | x | x | x | x |
| قاس | 1 | 16 | 4 | x |

بيگ - x

هي لفظ ٿرجي ڍاٽڪي لهجي ۾ عام استعمال ٿئي ۽ جملي ۾ هن طرح استعمال ٿئي ٿو:

(۱) روءِ مَ ڏِڪرا،

ترجمو: پٽ روءِ نہ.

(۲) ڪر ڳي پائي نان لارلي رو نان ڪي (ڳجهارت) مَ ڪر (پيچٽي)

ترجمو: ڪر وئي پائي تي پٽين جو نالو ڇا؟ نہ ڪر.

نوٽ : ”مَ“ لفظ ڪي پيٽ ڏٽي سيني سرن ۾ ڳايو آهي.

معنيٰ : مَ (ظرف) نہ، نڪو، متان.

## ماڙهن

”سپريان جي سور جو، ”ماڙهن“ ڏجي نہ منجهہ“

| مرتب | داستان | بيت | صفحو | معنيٰ |
|---|---|---|---|---|
| ڏيپ | 2 | 14 | 8 | x |
| ڪل | 2 | 14 | 5 | x |
| گر | 2 | 14 | 86 | ماڻهن کي |
| شهم | 2 | 14 | 73 | ماڻهن کي |
| آء | 2 | 13 | 8 | x |
| قاس | 2 | 14 | 9 | x |

بيگ - x

هي اسم اصل ۾ سنسڪرت جي لفظ "منش" مان نڪتل آهي، ٿري زبان ۾ ماڻهون کي "ماڙهو" چئبو آهي ڍاٽڪي لهجي ۾ جملي ۾ هن طرح استعمال ٿيندو:

(۱) جيهڙو ڪپڙو، ماڙيو، ماڙهو مرڏر ڏيس (هڪ دوهو)

ترجمو: جيهو ڪپڙو مارڙيي جو، ليڪن ماڻهون مڙڏر ديس جا.

(۲) ماڙهو ماڙهو رو بيري چال مان ٿي.

ترجمو: ماڻهون ماڻهون جو ويري شال نہ ٿئي.

نوٽ : بيتن ۾ "ڏيپ" ۽ "قاس" "ماڙهن" بجاءِ "ماڻهن" لکيو آهي.

معنيٰ : ماڙهن (واحد ماڙهو) ماڻهون، انسان، آدم، بندو، آدمي.

## منڌ

"مهيسر جي "منڌ" جي، هٿ هڏجين هوءِ"

| مرتب | داستان | بيت | صفحو | معنيٰ |
|---|---|---|---|---|
| ڏيپ | 2 | 20 | 8 | x |
| ڪل | 2 | 20 | 6 | شراب |
| گر | 2 | 20 | 87 | شراب |
| شهم | 2 | 20 | 75 | شراب |
| آء | 2 | 19 | 10 | منڌ، شراب |
| قاس | 2 | 20 | 10 | شراب |

بيگ – منڌ. شراب

هي لفظ اصل ۾ سنسڪرت ٻوليءَ جو آهي، ٿر جي مارواڙي لهجي ۾ ڳالهائڻ ۾ اچي ٿو ۽ جملي ۾ هن طرح استعمال ٿيندو:

(۱) ماس ن مڌ سال پرها هوئي (ٻڪتن جي چوٽي)

ترجمو: گوشت ۽ شراب شال پرتي هجن.

(۲) مڌ شِو رو پيالو ايهه.

ترجمو: شراب شو جو پيالو آهي.

نوٽ: "شهه"، "گر" ۽ "آءِ" لفظ "منڌ" جي جڳهه تي "مد" لکيو آهي.

## هڪيا

"سي مر ڪن پچار، "هڪيا" جن جي هٿ ۾."

| مرتب | داستان | بيت | صفحو | معنيٰ |
|---|---|---|---|---|
| ڏيپ | 2 | 26 | 9 | x |
| ڪل | 2 | 26 | 7 | x |
| گر | 2 | 26 | 88 | حاضر، تيار |
| شهه | 2 | 26 | 77 | حاضر، تيار |
| آءِ | 2 | 25 | 11 | x |
| قاس | 2 | 36 | 12 | x |

بيگ – x

لفظ "هڪيو" ٿر جي مارواڙي لهجي ۾ عام استعمال ٿئي ٿو جملي ۾ هن طرح استعمال ٿيندو.

(۲) هون آيو ن، او هڪيا ٻينا هتا .

ترجمو: آءُ آيس ۽ هو موجود ويٺا هئا.

(۲) هڪيا هئا تہ ڪڏي ڪام آسي (پئسا)

ترجمو: موجود هوندا تہ ڪڏهن ڪم ايندا (پئسا)

نوٽ: "قاس" ۽ "ڪل" پنهنجي رسالي ۾ لفظ "هڪيا" جي جڳهه تي

"حاضر" لکيو آهي.

معنيٰ: هڪيا = (صفت، ظرف) ميسر، موجود، حاضر.

## هيڪ

"هيڪائي "هيڪ" ٿيا، احد سين عالم."

| مرتب | داستان | بيت | صفحو | معنيٰ |
|---|---|---|---|---|
| ڏيپ | 1 | 8 | 2 | x |
| ڪل | 1 | 5 | 1 | x |
| گر | 1 | 5 | 83 | x |
| شهم | 1 | 8 | 64 | x |
| آء | 1 | 10 | 3 | x |
| قاس | 1 | 8 | 2 | x |

بيگ - x

عدد هڪ کي ٿر جي مارواڙي ۽ ڍاٽڪي لهجي ۾ هيڪ چئبو آهي جملي ۾ هن طرح استعمال ٿيندو:

(١) هيڪ آئي ن پيجو جائي سنسار بيهتو ايهم تو.

ترجمو: هڪ اچي ۽ ٻيو وڃي سنسار هلندو رهي ٿو.

(٢) هيڪ هيڪائي ڪرٽي ايهم، ڪي تو بوس سنو ايهم.

ترجمو: هڪ هڪاٽي ڪرٽي آهي جو ته سال سنو آهي.

نوٽ : صرف "قاس" پنهنجي رسالي ۾ "هيڪ" بجاءِ "هڪ" لکيو آهي.

معنيٰ: هيڪ (صفت) هڪ، هڪڙو، واحد، اڪيلو.

## هيڪار

"حبين "هيڪار"، منجهان مهر سڏ ڪيو"

| مرتب | داستان | بيت | صفحو | معنيٰ |
|---|---|---|---|---|
| ڏيپ | 3 ، | 14 | 12 | x |
| ڪل | 3 | 14 | 9 | x |
| گر | 3 | 14 | 90 | x |

| | | | | |
|---|---|---|---|---|
| شهہ | 3 | 13 | 83 | x |
| آءِ | 3 | 14 | 16 | x |
| قاس | 3 | 14 | 16 | x |

بيگ - هيڪر، هڪ ڀيرو.

”هيڪار“ لفظ تر جي ڍاٽڪي لهجي ۾ عام ڳالهائجي ٿو، ڍاٽڪي زبان ۾ جملي ۾ هن طرح استعمال ٿيندو:

(۱) هيڪار آ رو پڇي پلي جائي رو.

ترجمو: هڪ دفعو اچ پوءِ ڀلين هليو وڃجان.

(۲) هيڪار آ رو پڇي جو سان.

ترجمو: هڪ دفعو اچ پوءِ ڏسنداسين.

نوٽ : هيڪار لفظ جي ڪنهن به عالم معنيٰ ڪونہ لکي آهي.

معنيٰ : هيڪار (طرف) هيڪر، هڪ ڀيرو، هڪ دفعو.



# سنڌي ٻوليءَ جي اوجر لاءِ اُپاءَ

عمرالدين بيدار

سنڌي ٻوليءَ جي بااختيار اداري جي (اڳوڻي) چيئرمن ڊاڪٽر نواز علي شوق چيو آهي ته سنڌي ٻوليءَ جي اوسر لاءِ ٺوس ۽ اصلي گهربل اپاءَ هٿ ۾ آهن. جن مطابق سنڌي ٻوليءَ کي سرڪاري لکپڙهه لاءِ گهربل درجو ڏيارڻ، ٻوليءَ کي قائم ۽ دائم رکڻ لاءِ ان مان غلطين جو رواج ختم ڪرائڻ ۽ ملڪ توڙي ساري دنيا اڳيان سنڌي ٻوليءَ جي اصليت، حيثيت ۽ تعليم و تربيت کي عام ڪرڻ تي زور ڏنو پيو وڃي.

هن اها ڳالهه تنهن ڏينهن هتي سنڌي ٻوليءَ جي بااختيار اداري جي پاران سڏايل هڪ علمي سيمينار اڳيان آجيان ڪرڻ وقت پڌري ڪئي. هن چيو ته هن وقت اهڙا ڪم هٿ ۾ آهن، جهڙا تواريخ ۾ اڳ ڪڏهن به سنڌي ٻوليءَ جي سلسلي ۾ سوچيا به نه ويا.

هي سيمينار، اداري جي پڌري ڪيل هڪ ڪتاب جي سلسلي ۾ سڏايل هو، جنهن ۾ سنڌي ۽ براهوئي ٻولين جو تقابلي مطالعو ڪيل آهي. هي ڪتاب داد محمد بروهي جو لکيل آهي. ڊاڪٽر داد محمد بروهي شايد ڪنهن سبب ان موقعي تي اچي نه سگهيو هو. جلسي جي صدارت ثقافت جي صوبائي وزير مير غالب حسين ڊومڪيءَ ڪئي ۽ خاص مهمان ڊاڪٽر نبي بخش قاضي هو.

اداري جي چيئرمن پنهنجي ورتل اپائن جي اُپٽار ڪندي سنڌي ٻوليءَ جي بااختيار اداري جي بنيادي ٽن مقصدن بابت به روشني وڌي ۽

پڌايو تہ هن اداري جو باني چيئرمن ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ان کي مضبوط بنيادن تي قائم ڪري ويو ۽ انهيءَ وقت جا جيڪي مسودا منظور ٿيل هئا، تن کي بہ مانُ ڏيندي انهن کي اوليت ڏني وئي. اهڙا ڇهہ ڪتاب ڇپائي پڌرا ڪيا ويا آهن جن مان هڪ هي ڪتاب: سنڌي، براهوئي ٻوليءَ جو تقابلي جائزو بہ آهي.

هن ڇيو تہ اهڙا پروگرام هٿ ۾ ڪنيل آهن، جن تي سنڌي زبان جي ايامڪاري ۾ ڪنهن رٿ طور ڪم نہ ٿيو آهي. جيئن انڊس اسڪرپٽ (Indus Script) (سنڌو لکت) جنهن تي ساري دنيا ۾ تحقيق ٿيندڙ آهي جهڙوڪ: فنلئنڊ، روس، آمريڪا ۽ هندستان وغيره، پر اسان وٽ ان بابت ڪوبہ ڪم نہ ٿيو آهي. ان تي ڪم شروع ڪيو پيو وڃي. هن وڏيڪ ڄاڻايو تہ هيلتائين ان ڏس ۾ جيڪي ٻاهرين عالمن جهڙوڪ: فيئر سروس، جي. آر. هنٽر، ايس. آر. راءِ، مهاديوان، آسڪو پارپولا ۽ ڪينيئرولسن جي ڪتابن جو سنڌي ۾ ترجمو ڪرايو ويو آهي، جن مان ٻہ ڪتاب ڇپجي چڪا آهن ۽ ٽي ڪتاب پريس ۾ آهن.

ان سلسلي ۾ تحقيقي رفتار کي اڃان تيز ڪرڻ لاءِ هن ظاهر ڪيو تہ اداري جي "بليٽن" جيڪا ڇئن صفحن جي نڪرندي هئي، تنهن کي هاڻي ريسرچ جرنل جو درجو ڏنو ويو آهي. اهو هاڻي چاليهن صفحن جو رسالو آهي، جنهن ۾ سنڌي ٻوليءَ تي تحقيق جا مسئلا پڌرا ٿين ٿا ۽ ليکڪن کي باقاعدي معاوضو ڏنو وڃي ٿو. ان طرح مٿي ڄاڻايل (Indus Script) جي انگريزي ڪتابن جو سنڌي ترجمو مسٽر عطا محمد ڀنڀري سٺي مهينن اندر ڪري ورتو آهي، جيڪو پڻ هڪ ڪارنامو آهي.

ڊاڪٽر شوق افسوس جو اظهار ڪندي ڇيو تہ سنڌوندي اسان جي پنهنجي ندي آهي، پر اسان ان بابت ڪا تحقيق ڪانہ ڪئي آهي. تازو لنڊن ۾ سنڌو درياهہ تي جيڪو جڳ مشهور سيمينار سڏايل هو،

تنهن ۾ اسان پاران هڪڙو ڪتاب به شامل نه ڪيو ويو هو ۽ نه وري ان ڏس ۾ اسان وٽ ڪڏهن ڪو سيمينار ٿي ٿيو آهي. تنهنڪري ريورٽيءَ جو ڪتاب (Mehran of Sindh) اداري پاران جلد پڌرو ٿيڻ وارو آهي، ان طرح (Indus Delta Country) ڪتاب جيڪو جنرل هيگ جو لکيل دستاويزي خزانو آهي ۽ پڻ ٻيا ڪتاب جن جي پڌري ڪرڻ لاءِ اداري جي بورڊ جو فيصلو آهي، سي جلد ڇپايا ويندا.

هن ٻڌايو ته سنڌي ٻوليءَ کي پري پري تائين پکيڙڻ لاءِ تعليم ۽ تربيت جو انتظام ڪرڻ واسطي جيڪي رٿون غور هيٺ آهن، تن مطابق سڄي پاڪستان جي مکيه هنڌن تي ڪلاس قائم ڪرڻ جو پروگرام آهي. ڪراچيءَ ۾ وڳوڙي حالتن جي ڪري اهي ڪلاس پروگرام مطابق هلي نه سگهيا آهن. اسلام آباد ۾ سنڌ گريجوئيٽ ايسوسيئيشن جي سهڪار سان، پشاور ۽ ڪوئٽه ۾ پاڪستان اسٽڊي سينٽر جي مدد سان اهڙا ڪلاس جلد شروع ٿيندا. ملتان، لاهور، بهاولپور، حيدرآباد، ميرپورخاص ۽ سکر ۾ به اهڙا ڪلاس هلايا ويندا. اداري ان سلسلي ۾ سنڌي ڪتاب جوڙيو آهي، جنهن تي جناب محمد ابراهيم جويي نظرثاني ڪئي آهي. اهي علائقا جتي سنڌي ٻولي ڳالهائي وڃي ٿي، پر ماڻهن کي لکڻ پڙهڻ نٿو اچي اتي به سنڌي سيکارڻ جا اپاءَ ورتا ويندا جهڙوڪ: رحيم يارخان، بهاولپور، لس ٻيلو، جهٽ پٽ، سبي، ڏيرو مراد جمالي ۽ خضدار وغيره.

ڊاڪٽر نواز علي شوق چيو ته سنڌ جي انسائيڪلو پيڊيا بابت هڪ رٿا تي ڪم شروع ڪيو ويو آهي. جيڪا ڏهن جُلدن ۾ شايع ڪئي ويندي، جنهن جي تياريءَ ۾ قابل ۽ ڄاڻو سنڌي عالم ۽ ماهر مصروف آهن ۽ هيل تائين ڪافي مواد ملي چڪو آهي.

درسي ڪتابن جي غلطين کي درست ڪرڻ لاءِ هن اداري طرفان هڪ ڪميٽي جناب محمد ابراهيم جويي جي اڳواڻيءَ ۾ قائم ڪيل

آهي، جنهن ۾ ٻيا ٽي ميمبر هرهڪ: بيورو آف ڪريڪيولم، سنڌ ٽيڪسٽ بوڪ بورڊ ۽ سنڌي ٻولي اٿارٽي مان ڪنيل آهن. ٽيڪسٽ بوڪ بورڊ جي ڀاراٽي ڪتاب مان 22 غلطيون ڪڍيون ويون آهن. ان طرح هيل تائين ڀهرئين، ٻئين ۽ ٽئين ڪتاب ڪي درست ٿي چڪا آهن.

ان طرح سنڌي ڪتابن ۽ اخبارن ۾ ٻوليءَ جي غلط استعمال جهڙي بدنما داغ کي متائڻ لاءِ پهريون دفعو باقاعده ڪم هٿ ۾ ڪنيو ويو آهي، ڇوتہ غلط ٻولي استعمال ڪرڻ سان ٻوليءَ جي اوسر توڙي وجود کي سخت ڇيهو رسي ٿو. تنهنڪري مختلف عالمن کان ٻوليءَ جي درستي واري مهم هيٺ تازو هڪ ڪتاب ترتيب ڏنو ويو آهي، جيڪو جناب علي احمد بروهي، ڊاڪٽر غلام قادر سومرو، جناب نياز همايوني ۽ مسٽر حيدر لاشاريءَ جي ٻوليءَ بابت مقالن جو مجموعو آهي. جيڪو ٿوري وقت ۾ شايع ٿي ويندو.

ان طرح "سنڌي اخبارون ۽ سنڌي ٻولي" تي عمرالدين بيدار جو لکيل ڪتابي مسودو اداري کي مليو آهي. جيڪو جلد ڇپرايو ويندو.

تنهن کانسواءِ پرائمري تعليم جي سلسلي ۾ ٻہ مثالي ڪتاب تيار ڪرايا ويا آهن. هڪ ماڊل سنڌي پرائمر، جيڪو پروفيسر شيخ محمد فاضل جو ترتيب ڏنل آهي ۽ ٻيو "سنڌي پرائمر ۽ ريڊر (استادن لاءِ هدايتون) جيڪو مرحوم قادر داد افغان جو لکيل آهي.

ان طرح سنڌ حڪومت جي هر کاتي کي سنڌي ٽرانسليٽر رکڻ جون جيڪي هدايتون ڪيون ويون آهن، ان ڏس ۾ مدد ۽ رهنمائي ڏيڻ لاءِ سيني کاتن سان لهہ وچڙ ۾ آهيون. ان ريت سرڪاري آفيسن ۽ روڊن ۽ رستن توڙي مڪيہ سرڪاري ۽ نيم سرڪاري جاين تي نالن ۽ اعلانن وارا بورڊ سنڌيءَ ۾ لڳارائڻ لاءِ بہ تحرڪ ۾ آهيون. نہ رڳو اهو، پر سنڌي ٻوليءَ جي اوجر لاءِ ڪنهن سڄڻ طرفان جيڪي صلاحون ۽ رٿون ملنديون، تن کي انهي جي فائدي آهر عمل ۾ آڻڻ لاءِ تيار

آهيون. ان موقعي تي حافظ محمد ارشد انيڙ سنڌي ٻوليءَ لاءِ ورتل اپائن کي ساراهيو. جنهن بعدجناب نياز همايوني براهوئي ٻوليءَ تي ڪيل تحقيقي ڪم جو هڪ مختصر جائزو بيان ڪيو. هن ٻڌايو تہ اڄ کان ڏيڍ سئو ورهيہ اڳ ڪلڪتي مان براهوئي زبان ۾ پهريون ڪتاب شايع ٿيو، جيڪو ان وقت جي انگريز عالمن ۽ توڙي ڪن براهوئي عالمن جي گڏيل ڪوشش جو نتيجو هو. ان بعد بمبئي ۽ ڪوئٽہ مان ڪيترائي ڪتاب نڪرندا رهيا آهن. هن تقرير ۾ ثابت ڪيو تہ بلوچستان ۾ براهوئي زبان سڀ کان وڏي اشاعتي ٻولي آهي. نياز همايونيءَ اهو بہ ٻڌايو تہ براهوئي ۽ سنڌي قومن جو تعلق پاڻ ۾ مامي ڀاٽيجي وارو آهي. هن ٻڌايو تہ جڏهن قلات جي والي کي سنڌ تي حملو ڪرڻ لاءِ چيو ويو تہ هن اهوئي جواب ڏنو تہ ”سنڌ اسان جي ماءُ آهي.“ ان تي حملي ڪرڻ جو اسان سوچي بہ نٿا سگهون.

ان بعد سرائي امداد علي اسٽيج تي آيو، جنهن پنهنجي ”شاهہ شناسائي واري“ حيثيت کي سنڌ ۽ هند جي محققن ۽ عالمن وٽان مڃرايو آهي. هن شاهہ ڀٽائيءَ جا اڻ لَڀ بيت بيان ڪرڻ سان گڏوگڏ اڪثر بيتن جون پڙهڻيون پڻ درست ڪري پيش ڪيون.

جناب تاج صحرائيءَ سڀ کان اڳ اعتراض ڪيو تہ ڊاڪٽر داد محمد بروهيءَ جي لکيل ڪتاب ”سنڌي براهوئي ٻوليءَ جو تقابلي جائزو“ جي ٻڌرائي جي نسبت سان مصنف کي موجود هئڻ کپي ها. پر جئين تہ مصنف آيل نہ هو. تنهنڪري هن ڪتاب تي ڪجهہ بہ ڳالهائڻ جي ضرورت ناهي ڇو تہ جواب ۾ گهربل سمجهاڻيون ڪير ڏئي ها؟

تاج صحرائي ننڍپڻ کي ياد ڪندي ٻڌايو تہ اڳي چانورن ڇڙڻ جي ڪارخانن تي براهوئي هرسال ايندا هئا. اهي ٻارهوئي روزگار سانگي جبلن تان لهي سنڌ ۾ ايندا هئا.

هن سمجهايو تہ سڪندر مقدونيءَ سان آيل عالمن توڙي انگريز

عالمن جهڙوڪ، لئمبرڪ ۽ ٻين، هنن کي ٻري ڪان آيل (Highlanders) سڏيو آهي. اهڙيءَ طرح هنن ته سنڌ ۾ ٻن قسمن جي رهاڪن جو نظريو پيش ڪيو آهي. هڪڙا پوک تي گذران ڪندڙ، ٻيا جبلن ۽ پٽن جا رهاڪو، جن جو ڌنڌو آهي مال چارڻ ۽ پالڻ.

تاج صحرائي چاڻايو ته دنيا ۾ سڀ کان پراڻيون شيون جيڪي تهذيب جي ورثي طور ظاهر ٿيون، تن ۾ جيريڪو (Jericho) ۾ اٺ هزار ورهيه قبل مسيح جون نشانيون مليون آهن ۽ ڇهه هزار عيسوي سن کان اڳ جون نشانيون سبيءَ وٽ لڌيون آهن ۽ ائين چار هزار ورهيه عيسوي سن کان اڳ جي تهذيب جو دؤر آمريءَ وٽ معلوم ٿيو آهي. پر ڏسڻو اصل ۾ اهو آهي ته ڦيٿو ڪٿان مليو آهي! دنيا ۾ تهذيب جو حقيقي بنياد ته تڏهن کان پيو هوندو، جڏهن ترقيءَ جي رفتار لاءِ ڪا ڪوجنا وجود ۾ آيل هجي ۽ دنيا ۾ ڪيئن ثابت ڪجي ته ڦيٿو ڪٿان مليو؟

هن افسوس ظاهر ڪيو ته اسان تي هينئر ان ڪري مسخري ٿئي ٿي جو، اسان ۾ پنهنجي حيثيت ۽ معلومات متعلق ڪو دم ناهي!

تاج صحرائي چيو ته ٻاهريان اچي ڪجهه نه ڪجهه غلط سلط ڪوجنا ڪندا رهيا، پر اسان پنهنجي متعلق ڪجهه نه ڪيو آهي.

سنڌ جي نقشن جي بيهودي حالت جو حوالو ڏيندي چيائين ته دادو ضلعي ۾ هڪ ڳوٺ جو نالو "ڏَلَ" آهي، مگر سنڌ جي نقشي ۾ ان کي "دُهل" لکيو ويو آهي. ان موقعي تي سڄي هال ۾ کِلڻ ۽ ٽهڪن جي گونج جي موٽ ۾ هن ڏک مان دانهن ڪئي ته توهان کِلو ٿا، پر آءٌ ته رُوئندس!

هن سنڌ جي قديم آثارن جي تباهيءَ جو ذميدار واسطيدار کاتي کي سڏيو ۽ ان سلسلي ۾ ريمارڪ ڏنو ته مذڪوره کاتي وارا صاحب سنڌ جي قديم آثارن ۽ اسان جا تمام وڏيڪ گهٽگهرا ۽ همدرد ٿا

ڏسجن!

خاص مهمان ڊاڪٽر نبي بخش قاضيءَ پنهنجي علمي تقرير ۾ چيو تہ تقابلي جائزا، اختلاف، رنگن جا متڀيد ۽ جدا جدا ٻوليون اصل ۾ زمين تي الله جون آيتون (نشانيون) آهن.

قرآن ڪريم جي نازل ٿيڻ کان اڳي دنيا ۾ ڪٿي بہ ڪو اهڙو ڀيٽ ڪرڻ ۽ اڀياس ڪرڻ جو رواج موجود نہ هو. اڄ اسان هت زبانن تي جهڳڙو ٿا ڪريون. خدا جي آيتن کي ڇڻ تبديل ٿا ڪريون. جڏهن تہ قرآن چوي ٿو تہ خدا جي آيتن کي بدلائڻ وارا ڪافر آهن.

هن چيو تہ زبانن جي اختلافن تي تہ مسلمانن ئي سڀ کان اڳ ۽ سڀ کان گهڻو ڪم ڪيو. قرآن شريف ۾ جيڪو لفظ سُندُس آهي اهو دراصل سنڌي آهي، جيڪو هڪ کان وڌيڪ ڀيرا آيل آهي. سڀ کان اڳ دنيا ۾ سوٽي ڪپڙو ۽ ڪپهہ سنڌ جي زمين تي وجود ۾ آيا، جنهن جي لباس کي دنيا ۾ سنڌڻ يا سُندس چيو ويندو هو. بائيبل ۾ بہ سِنڌڻ بيان ڪيل آهي. ان طرح تهذيب، ثقافت ۽ صنعت جي پهرين سرزمين سنڌ هئي، مصر ۾ ممين کي عيسوي سن کان هزارين سال اڳ بہ سنڌ جو سوٽي ڪپڙو پهرايو ويندو هو.

پنهنجي صدارتي تقرير ۾ سنڌ جي ثقافت، سياحت ۽ نوجوانن جي معاملن واري صوبائي وزير مير غالب حسين خان ڊومڪي سنڌي ٻولي اٿارٽيءَ جي اُپائن کي پسند ڪندي، اداريءَ جي ڪم تي اطمينان ۽ خوشيءَ جو اظهار ڪيو. هن زور ڀريو تہ اجهان رفتار کي تيز ڪيو وڃي تہ جيئن سنڌي زبان جي بُڻ بڻياد جي خبر پوي ۽ سنڌي زبان کي ترقي وٺرائي ان کي دفتري زبان بڻايو وڃي. هن سنڌ حڪومت پاران اٿارٽيءَ جي هرممڪن مدد ڪرڻ جو يقين ڏياريو.

آخر ۾ اٿارٽيءَ جي سيڪريٽري جناب الله بخش شاهہ بخاري مهمانن جو ٿورو مڃيو.

## اداري طرفان ڇپايل ڪتاب "سنڌي براهوئي ٻوليءَ جو تقابلي جائزو" جي پڌرائي واري تقريب جو احوال

سنڌي ٻوليءَ جي بااختيار اداري پاران تاريخ ٧ فيبروري ١٩٩٥ع تي شام جو ۴ وڳي ڪراچيءَ جي هڪ هوٽل ۾ ٻولين جي سلسلي جي ڪتاب "سنڌي براهوئي ٻوليءَ جو تقابلي جائزو" جي پڌرائي ٿي. ڪتاب جي پڌرائي ثقافت، سياحت، رانديون ۽ نوجوانن جي معاملن واري وزير جناب غالب حسين ڏومڪي ڪئي. جڏهن تہ خاص مهمان ڊاڪٽر نبي بخش قاضي هو. تقريب جي شروعات قرآن پاڪ جي تلاوت سان ٿي، ان بعد اداري جي چيئرمن (اڳوڻي) ڊاڪٽر نواز علي شوق ڪتاب جي اهميت ۽ اداري جي ڪمن ڪارن بابت آجيان وارو خطبو پيش ڪيو. چيئرمن صاحب اداري جي قائم ٿيڻ ۽ ٽن بنيادي مقصدن : سنڌي ٻولي ۾ تعليم، سنڌي ٻوليءَ جي فروغ ۽ سنڌي ٻوليءَ جي استعمال، ڪي حاصل ڪرڻ واسطي اٿارٽي طرفان ورتل اپائن تي ڳالهائيندي چيو تہ اداري جي سابق چيئرمن ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ اداري کي مضبوط بنياد تي بيهاري ويو آهي ۽ ڊاڪٽر صاحب ڪل ٢٥ ڪتاب ڇپرايا باقي ڪافي مسودا ڇپائي جي انتظار ۾ هئا. اسان پنهنجو فرض سمجهندي انهن کي ڇپائڻ شروع ڪيو آهي، انهن مان هي ڪتاب "سنڌي براهوئي ٻوليءَ جو تقابلي جائزو" بہ هڪ آهي ان بعد ڪتاب تي ڳالهائيندي سنڌ جي نامياري اديب نياز همايوني صاحب پڻ ڪتاب تي پنهنجو لکيل مقالو پڙهيو جنهن بعد چانهہ جو وقفو ٿيو. وقفي دوران سرائي امداد علي صاحب اسٽيج تي پٽ ڏٽي رحم جا چونڊ بيت ٻڌايا. چانهہ جي وقفي کان پوءِ محترم تاج صحرائي "سنڌي براهوئي ٻوليءَ جو تقابلي جائزو" ڪتاب تي تبصرو ڪندي چيو تہ جئين تہ ڪتاب جو مصنف هن وقت موجود ناهي ان لاءِ ڪتاب تي گهڻو

ڳالهائڻ صحيح نہ ٿيندو. صحرائي صاحب جي تبصري کان پوءِ خاص مهمان ڊاڪٽر نبي بخش قاضي پنهنجي عالمانہ تقرير ڪئي، جنهن ۾ هن ٻڌايو تہ ٻولين جي تقابلي جائزن جو ذڪر قرآن ۾ آيل آهي ۽ هن وڌيڪ چيو تہ تقابلي جائزا، اختلاف، رنگن جو متيبيد ۽ جدا جدا ٻوليون اصل ۾ زمين تي الله جون نشانيون آهن، آخر ۾ وزير موصوف جناب غالب حسين ڊومڪي کي پنهنجي صدارتي خطبي لاءِ سڏيو ويو، مير غالب حسين صاحب سنڌي ٻوليءَ جي بااختيار اداري جي ڪمن ڪارن تي اطمينان جو اظهار ڪيو ۽ زور ڏنو تہ اٿارٽي کي اڃان بہ وڌيڪ ڪم ڪرڻ گهرجي، جيئن سنڌي زبان جي بڻ بنياد تي ڪم ٿي سگهي. وزير صاحب حڪومت سنڌ طرفان اٿارٽي جي هرممڪن مدد ڪرڻ جو يقين ڏياريو.

آخر ۾ اٿارٽيءَ جي سيڪريٽري جناب الهہ بخش شاهہ بخاري آيل مهمانن جا ٿورا مڃيا.

# سنڌي ٻولي

”سنڌيءَ کي زنده رکڻ، انهيءَ ڪري ضروري آهي، جو، حضرت شاهه لطيف جو ڪلام ' سنڌيءَ' ۾ آهي. شاهه جي ڪلام کي زنده رکڻ بيحد ضروري آهي. اسان وٽ شاهه جي ڪلامِ ڪانسواءِ ٻيو آهي ڇا؟ اهو اسان جو وڏي ۾ وڏو سرمايو آهي. سنڌي ٻولَيءَ ۾ شاهه صاحب جي ڪلام کي اها حيثيت حاصل آهي، جيڪا عربي ٻوليءَ ۾ قرآن شريف کي حاصل آهي. اسان سنڌي ٻوليءَ کي ڇڏيو معنيٰ شاهه لطيف کي ڇڏي ڏنوسون، ۽ اها اسان جي سڀ کان وڏي بدقسمتي ٿيندي....

”...... مون، جرمن ٻولي رڳو ان ڪري سکي، جيئن جرمن ٻوليءَ جي عظيم ترين شاعر ' گوئٽي' کي سندس زبان ۾ پڙهي ۽ سمجهي سگهان. حالانڪ باقي سڀ علم، جيڪي جرمن ٻوليءَ ۾ آهن، سي انگريزي ۽ ٻين ڪيترين ٻولين ۾ بہ موجود آهن ۽ انهن لاءِ خاص طور تي جرمن ٻولي سکڻ جي ڪابہ ضرورت ڪانہ هئي...

”... عربي زبان کي رڳو ان ڪري زنده رکڻ ضروري آهي، جو قرآن شريف ان ٻوليءَ ۾ نازل ٿيو. قرآن شريف جي ماهيت کي چڱيءَ طرح سمجهڻ ۽ پروڙڻ لاءِ عربي زبان جو سکڻ لازمي آهي. ڪنهن بہ ٻيءَ زبان ۾ ان جو ترجمو ايڏو اونهو، جامع ۽ مڪمل نٿو ٿي سگهي. ڪمال پاشا اتاترڪ، قرآن شريف جو ترڪي زبان ۾ ترجمو ڪرايو، پر هن ڪوشش ۾ سراسر ناڪام ويو. ڇاڪاڻ جو ترڪي ٻوليءَ ۾ ماهيت ۽ گهرائي ڪانهي، جيڪا قرآن شريف ۾ پنهنجي معراج تي آهي. انهيءَ ڪري، جهڙيءَ طرح قرآن شريف لاءِ عربي ٻوليءَ کي زنده رکڻ ضروري آهي، بلڪل اهڙيءَ طرح شاهه صاحب جي ڪلام لاءِ سنڌي

ٻوليءَ کي زنده رکڻ ضروري آهي...

"...' سنڌي زبان' هڪ موسيقيءَ واري (Musical Language) زبان آهي، ۽ موسيقي، سنڌي ٻوليءَ جي سڀ کان وڏي خصوصيت ۽ خوبي آهي. انگريزي ٻولي. انهيءَ خصوصيت کان محروم آهي. انهيءَ ڪري انگريزيءَ جي سڀ کان وڏي شاعر، شيڪسپيئر، جي چند شعرن کي ڳائي نٿو سگهجي. جڏهن شاهه عبداللطيف ڀٽائي صاحب جي ڪلام جي سِٽ سِٽ کي ڳائي ٿو سگهجي.

"ٻوليون چند سالن ۾ نه، پر هزارن سالن ۾ ٺهنديون آهن، ۽ انهن جو بنياد، موسيقيءَ جي بنياد تي هوندو آهي: گرامر پوءِ ٺهي ٿو، ٻولي ڀرپائين ٺهي ٿي. گرامر رڳو هڪ ٻه صديون اڳ جي پيداوار آهي. ان کان اڳ، زبان جي ترقي ۽ نشوونما، موسيقيءَ جي بنيادن تي ٿيندي رهندي آهي، اهي ٻوليون ائين گهڙيون ويندڙيون هيون، جيئن ڳالهائڻ ۾ وڻندڙ ۽ موسيقيءَ جي سُرن سان هم آهنگ محسوس ٿين. انگريزي ٻولي انهيءَ ڪري موسيقيءَ جي خصوصيت کان محروم رهجي ويئي آهي، جو هزارين سال اڳ، جڏهن موجود انگريزن جا ابا ڏاڏا، جرمنيءَ مان لڏي انگلينڊ ۾ اچي رهيا هئا، تڏهن انهن پنهنجي ٻوليءَ کي بگاڙي ڇڏيو ۽ ڪيس جرمن ٻوليءَ وانگر، سُر - تال تي اڀرڻ نه ڏنائون".

علامه آءِ. آءِ. قاضي

# سنڌي ٻوليءَ جي مستند الف - ب

سنڌي ٻوليءَ جي بااختيار اداري طرفان سنڌي الف ب جي مستند سناءِ ٻيهارڻ واسطي ماهرن جي هڪ گڏجاڻي ٢٦ جولاءِ، ١٩٩٥ع اربع ڏينهن سنڌيونيورسٽي ڄامر شوري جي ڪاميٽي رومر ۾ ٿي. گڏجاڻي جي صدارت سنڌي ٻوليءَ جي بااختيار اداري جي چيئرمن ڊاڪٽر نبي بخش قاضي ڪئي جنهن ۾ هيٺين ماهرن شرڪت ڪئي:

١. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ٢. ڊاڪٽر غلامر علي الانا ٣. محترم محمد ابراهيم جويو ۴. ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو ۵. پروفيسر (رٽائرڊ) شيخ محمد فاضل ٦.ڊاڪٽر محمد قاسم ٻگهيو ٧. ڊاڪٽر فهميده حسين ٨. محترم حبيب الله صديقي ٩. محترم امداد حسيني.

گڏجاڻي ۾ سڀني ماهرن يڪ راءِ فيصلو ڪيو تہ ”هن بعد ۾ سنڌي ٻوليءَ جي الف - ب سناءِ اها ئي مستند ۽ قابل عمل رهندي جيڪا سنڌي ادبي بورڊ جي شايع ٿيل ”جامع سنڌي لغات“ (زير نگراني: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ) ۾ استعمال ٿيل آهي، جيڪا هيٺين طرح آهي:

ا ب ٻ ڀ ت ٿ ٽ ٺ ث پ ج ڄ جه ڃ چ
ڇ ح خ د ڌ ڏ ڊ ڍ ذ ر ڙ ز س ش ص ض ط ظ
ع غ ف ڦ ق ڪ ک گ ڳ گھ ڱ ل م ن ڻ
و ه ء ي .

# اداري جي ڪتابن جي
# خريداري بابتعام اطلاع

اداري جا ڪتاب اداري جي مرڪزي آفيس مان خريد ڪندڙن کي هيٺين طرح رعايتون ڏنيون وينديون:

(1) استادن ۽ شاگردن کي % 20 سيڪڙو خاص ڇوٽ ڏني ويندي.

(2) ملڪ اندر سرڪاري ڪتب خانن ۽ ادارن کي % 15 سيڪڙو ڇوٽ ڏني ويندي.

(3) ڪتب فروشن يا ٻين اهڙن خريدارن کي % 33 سيڪڙو ڇوٽ ڏني ويندي، جيڪي هڪ جلد جون گهٽ ۾ گهٽ 10 ڪاپيون بروقت خريد ڪندا.

(4) ڏهن هزارن جا ڪتاب خريد ڪرڻ تي % 50 سيڪڙو رعايت ڏني ويندي.

(5) ڪنهن به اداري طرفان گهٽ ڪتابن گهرائڻ تي ڪتاب بئنڪ بلٽي ذريعي موڪليا ويندا، پر جيڪڏهن ڪتابن جو ملهه گهٽو نه هوندو ته، وي- پي ذريعي موڪليا ويندا ۽ وي- پي خرچ خريدار کي ڀرڻو پوندو.

ڪتاب هيٺين پتي تي خريد ڪري سگهجن ٿا:

**سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو**

سنڌ صوبائي ميوزيم نيشنل هاءِ وي

حيدرآباد، سنڌ

# سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو حيدرآباد- سنڌ
## اداري جا ڪجهه نوان ڪتاب

| نمبر | ڪتاب جو نالو | مصنف جو نالو | ملهه |
|---|---|---|---|
| ١ | سنڌو لڪت | ايس- آر- راءِ/ عطا محمد ڀنڀرو | Rs: 90/= |
| ٢ | سنڌو لڪت جو بين الاقوامي لڪتن سان لاڳاپو | جي آر هنٽر/ عطا محمد ڀنڀرو | Rs: 200/= |
| ٣ | خالق جون سائنسي ڪاريگريون | عزيزالله عزيز بروهي | Rs: 35/= |
| ۴ | سنڌي اخبار جي ٻوليءَ تي سرسري نظر | گڏيل مجموعو | Rs: 10/= |
| ٥ | سنڌوءَ جو ڇوڙ وارو علائقو | جنرل هيگ/ عطا محمد ڀنڀرو | ___ |
| ٦ | اترادي ٻولي | ڊاڪٽر هدايت پريم | Rs: 50/= |
| ٧ | ٻولين لولين ٻارن جون | بيخود بلوچ | Rs: 20/= |
| ٨ | جاندار | جاويد عباسي | Rs: 25/= |
| ٩ | سنڌ جو مهراڻ | راورٽي/ عطا محمد ڀنڀرو | Rs: 200/= |
| ١٠ | ڪئنسري بيماريون | علي مرتضيٰ ڌاريجو | ___ |
| ١١ | ڪاري جي مڇي | ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ | Rs: 35/= |

ڪتاب ملڻ جو پتو: سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو، نيشنل هاءِ وي حيدرآباد- سنڌ 71000



# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين "اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ "لُڙهندڙ نَسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، پاڇوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان "پڙهندڙ" نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙھندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناھي. اُنَ جو ڪـو بہ صدر، عُھديدار يا پايو وِجھندڙ نہ آھي. جيڪڏھن ڪو بہ شخص اھـڙي دعويٰ ڪري ٿـو تـہ پَـڪَ ڄاڻو تـہ اُھو ڪُـوڙو آھي. نـہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏھن ڪـو اھڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُھو بِہ ڪُوڙو آھي.

جَھڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَـنَ ساوا، ڳاڙھا، نيـرا، پيلا يا ناسي ھوندا آھن اُھڙيءَ طرح پَڙھندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آھـن ۽ ھوندا. اُھي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙھندڙ، پَرندڙ ۽ پڙھندڙ، سُست ۽ پڙھندڙ يا وِڙھندڙ ۽ پڙھندڙ بـہ ٿـي سگھن ٿا. ٻيـن لفظن ۾ پَـنَ ڪا خُصوصيِ ۽ ٽالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نـہ آھي.

ڪوشش اھا ھوندي تـہ پَـنَ جا سڀ ڪَـم ڪار سَـھڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪـن آھي تـہ ڪـي ڪـم اُجرتـي بنيـادن تـي بـہ ٿِيـن. اھـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ ھِڪَـٻِئي جي مـدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ ھيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رھنـدا. پَـنَـن پـاران ڪتـابن ڪـي ڊِجيِٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَمـلَ مان ڪـو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پـو ٻيـو اھـم مرحلو وِرھائڻ distribution جو ٿيندو. اِھو ڪم ڪرڻ وارن مـان جيڪـڏھن ڪـو پيسا ڪمائي سگھي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَـنَـن سان اُن جـو ڪو بہ لاڳاپو نہ ھوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٺاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَّ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **ڇو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)